# سنڌ ڪيئن آزاد ٿيندي؟

ليکڪ:
قمر ڀٽي

سوجهرو اشاعت گهر
سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو
سنڌ.

نالو:-

سنڌ ڪيئن آزاد ٿيندي ؟

ليکڪ:- قمر ڀٽي

پيش لفظ:- (آخري صفحن ۾) حبيب الله ناريجو

سال:-

١٩٨٧ع

ڇپائيندڙ:-

انور سنڌي

قيمت:-

پندرهن روپيه

---

ڪتاب ملڻ جو هنڌ

سنڌ يونيورسٽي.

سائين جي. ايم. سيد هاسٽل

# انتساب

شان سنڌ، فخر سنڌ، مرد مجاهد
وڏي جوان، حضرت سورهيه بادشاھ
شهيد سنڌ پير پاڳاري صبغت الله شاھ ثاني
جي نالي.
جنهن سنڌ جي پاڪ ڌرتيءَ تان انگريز
سامراج کي مسلح جدوجهد ذريعي ترڙي ڪيڍڻ
لاءِ سر ڌڙ جي بازي لڳائي آزاد سنڌ خاطر
ڦاسي جي ڦندي کي مرڪي قبول ڪيو.

- قمر پيٽي



شهيد سنڌ پير صاحب پاڳارو صبغت الله شاهه ثاني، جنهن
انگريز حڪومت خلاف هٿيار بند جدوجهد هلائي ۽ کيس
حب الوطنيءَ جي جرم ۾ سزائي موت ڏني وئي.

سنڌو ديش دنيا جي پٽ تي تمام آڳاٽو ۽ اوائلي
ملڪ آهي. هن جون ڏينهون، ڏونگر، پٽون، بيابان، تاريخي
درگاهن ۾ دفن ٿيل تاريخ جا ورق آهن. جن جي
بنياد تي اسان جي ملڪ جي قديم تاريخ جو قصو تعمير
ٿي سگهي ٿو. ۽ شهر، ملڪان ملڪ مشهور آهن.

تاريخ تي نظر وجهڻ سان خبر پوي ٿي ته ست هزار
سال پراڻو سنڌو ديش پنهنجي تهذيب ۽ تمدن جي عظمت
جي ڪري دنيا جي انسانن لاءِ ايترو مقدس پيو رهيو آهي
جيترو مسلمانن لاءِ مڪو مدينو.

انسانيت جي هن عظيم تهذيبي گهواري موهن جي
دڙي کي دنيا جا سياح مقدس سمجهي چوگرد ائين چڪر هڻندا
آهن جيئن ڪي مذهبي ڪعبي جو طواف ڪندا آهن.

سنڌو ديش جاگرافيائي طور سڄي ايشيا ۾ هڪ عظيم
ايريائي خطي جي حيثيت جو مالڪ آهي.

مٿس اهو نالو "سنڌو درياءَ" تان پيل آهي.

سنڌ معنيٰ جنهن ۾ سنڌو آهي ۽ هندا جي، سنڌو ديش
هزارها سالن کان پنهنجي پراڻي تهذيب جو مرڪز رهيو آهي.

جڏهن سنڌ آزاد هئي ته ڪيس سنڌو ديش ملڪ طور تسليم
ڪيو ويندو هو. قديم زماني کان هن کي سنڌو ديش سڏيو
ويو آهي، هميشه سنڌ کي سنڌو ديش سڏڻ ۾ ڪو به گناهه ڪونهي
نڪو جرم آهي.

ويدن ڪتابن ۾ سنڌ کي سنڌو ديش سڏيو ويو
آهي، عربن جي اچڻ ۽ حملي ٿيڻ تائين سنڌو ديش
جي نالي سان سڃاتو ويندو رهيو. عربن به سنڌ کي مملڪت سنڌ، دولت
سنڌ ۽ ولايت سنڌ سڏيو آهي. ان کان پوءِ ۱۹۳۸ع ۾ سائين
جي. ايم. سيد مسلم ليگ ڪراچي واري اجلاس ۾ سنڌ کي
سنڌو ديش جي نالي سان سڏيو.

۱۹۴۲ع ۾ شايع ٿيل "سنڌو ديش" سنڌ جي مشهور تاريخ دان

رحيم داد مولائي شيدائيءَ پنهنجي مضمون ۾ سنڌ کي گهٽ ۾ گهٽ سورهن جاين تي سنڌو ديش لکيو آهي.

ڪاڪي ڀيرومل مهرچند آڏواڻيءَ پنهنجي ڪتاب سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ ۽ سنڌي هندن جي تاريخ ڇپيل ۱۹۴۶ع ۾ سنڌ کي سنڌو ديش لکيو آهي. اڳتي هلي ڊاڪٽر دائود پوٽي پنهنجي خط ۾ سنڌ جو نالو سنڌو ديش تسليم ڪيو آهي.

انگريزن جي اچڻ وقت به نسٽ ڪري سنڌ و ديش سڏيو ويندو هو! پراڻن هندن به سنڌو ديش ڪتب آندو آهي.

انگريز تاريخدان رچرڊ برٽن پنهنجي ڪتاب "سنڌ ۽ ان ۾ وسندڙ قومون" ۾ سنڌ جا نالا ڄاڻائيندي هڪڙو نالو سنڌو ديش به ڄاڻايو آهي.

هن دور جي سنڌي ادب ۾ وڏي پيماني تي اهو نالو مقبول ۽ مشهور ٿي چڪو آهي ۽ ڪيترن ئي شاعرن مثال طور شيخ اياز، نياز همايوني، فتاح ملڪ ۽ ٻين شاعرن سنڌو ديش تي شعر لکيا آهن.

اهو سنڌو ديش جو هيٺيون سارو تاريخي اهميت جو حامل رهيو آهي. سو هيئر نام نهاد پاڪستاني آمريت هيٺ غلام آهي. سنڌين جي هر شيءِ تي ڌارين ۽ قوتن جو قبضو آهي. ايتري قدر جو شهرن کان وٺي ڳوٺن تائين پيش امامي تي به پنجابين ۽ ڌارين جو ڪنٽرول آهي. جهڙي ريت پاڪستان جي فوج ۾ سنڌي ملڻ ايترو مشڪل آهي، جيترو طوائف جي چهري تي حيا. ته اڄ ڪنهن سنڌي ملان جو ملڻ به ايترو ڏکيو آهي جيترو ڀٽوءَ جي دل ۾ عنايت جو نشان.

هي حڪومت اسان سنڌين جي وجود ۽ پاڙ کي اکيڙي پٽڻ تي ڳهري، جيئن تيئن ٽوڙي ڦاڙ غريب جي

جهوپڙيءَ کي پٽي اڇلائي ڇڏيندو آهي.

اسان کي پنهنجي وجود ۽ قومي تشخص کي بچائڻ ۽ نيم قرار رکڻ ۽ غلاميءَ مان جان ڇڏائڻ لاءِ هر طريقو استعمال ڪرڻو پوندو.

اڄ ڪلهه آزادي حاصل ڪرڻ لاءِ سنڌ جي قومي ڪارڪنن، تنظيم ۽ تحريڪ اندر ٻه طريقا ڪار زير بحث آهن، هڪڙو پر امن سياست يا عدم تشدد، ٻيو هٿيار بند جد وجهد. ڪن جو چوڻ آهي ته اهنسا جي ذريعي آزادي وٺڻ گهرجي، ڪن جي راءِ آهي ته مسلح جد وجهد هلائي سنڌو ديش آزاد ڪرائي سگهجي ٿو.

دراصل ٻئي طريقا بهتر آهن جيترو ٿي ٿائين اهنسا جي استعمال جي گنجائش هجي اهو طريقو آزمايو وڃي. پر هينئر اهو طريقو سنڌ جي حالتن تحت نه صرف ناموزون آهي پر غير ضروري به. ا- پر امن سياست ۽ مسلح جنگ، بنيادي طرح هڪڙي شيءِ آهي، هڪ ذات جا ٻه جز آهن. هڪ ٻئي سان لازم ملزوم آهن. فرق صرف هي آهي ته سياست جڏهن گرم ٿئي ۽ شدت اختيار ڪري ته هٿيار بند ويڙهه جي صورت وٺي، ۽ مسلح جد وجهد يا جنگ جڏهن ٿڌي ٿئي ته پر امن سياست ۽ اهنسا جي شڪل اختيار ڪري.

منهنجي خيال ۾ هينئر سنڌ جون حالتون، ۽ دشمن جو اسان سان رويو ظاهر ٿو ڪري ته اسان هٿيار بند جد وجهد جو سهارو وٺي، آزادي حاصل ڪريون.

اسان پنهنجي جد وجهد جي شروعات ۾ ڪيئن پيرا قانوني ۽ آئيني طريقا استعمال ڪري آواز اٿاريو،

اسان پر امن سياست ۽ عدم تشدد جا طريقا اختيار ڪري سياست ڪئي، پر وحشي حڪمرانن اسان جي عوام ۽ اسان کي ظلم ۽ جبر جو نشانو بنايو، تنهنڪري اسان مجبور ٿي ويا آهيون ته هٿيار بند سياست جي ذريعي پنهنجي

قومي هلچل هلايون.

چند هڪ قابض حڪمران ڌر عوام جي مطالبن، مظاهرن، اپيلن ۽ احتجاجن کي ڳالهه مهاڙ، دليل سان ٻڌڻ ۽ حل ڪرڻ لاءِ تيار نٿي ٿئي ته ان حالت ۾ غلام قوم جي حريت پسندن جو هٿ بندوق ڏانهن وڌندو آهي.

ڪا به طاقت پرامن طريقي، دليل ۽ حق جتائڻ ذريعا ميز مٿان پنهنجو قبضو نه ڇڏيندي آهي.

اها طاقت پنهنجو قبضو تڏهن ڇڏيندي، جڏهن ڪنهن طاقت جي هڪل سان مٿن ڇڏڻ لاءِ مجبور نه ڪيو ويندو آ،

پختو ارادو ۽ عزم ئي پهاڙ ۽ پٿرن کي پير جي پٽي بنائي سگهي ٿو، ڪجهڙا مضبوط ماڻهو ئي ڏونگر ڏاري ۽ جبل جهاڳي سگهندا.

بقول هڪ شاعر جي ته:-

آزادي جي آڙو، بندوق قوت ۽ بم،
ويري جا آڪاس ۾ هڻن سوڏا چم،
اي آزادي ڪم، ڏونگر ڏاري ئي وجهي،

جواهر لعل نهرو پنهنجي سوانح عمري ۾ لکيو آهي:

"تشدد جو دنيا جي تاريخ ۾ تمام گهڻو ۽ اهم حصو رهيو آهي. اڄ به ان جي اهميت ۽ افاديت گهٽ ناهي. شايد ڪافي عرصي تائين نه گهٽجي. ماضي جون اڪثر تبديليون تشدد جي ڪري ئي ٿيون آهن.

تشدد هروپرو خلاف اخلاق نه آهي. هن جون ڪيتريون ئي شڪليون، صورتون ۽ ڪيترائي درجا آهن. گهڻين حالتن ۾ تشدد ٻين طريقن کان سٺو ۽ بهتر آهي".

عدم تشدد جي علمبردار مهاتما گانڌي خود چيو
آهي ته ” تشدد، ٻزدلي، خوف ۽ غلامي کان بهتر آهي.“
اها حقيقت آهي ته تشدد جو تعلق نفرت ۽ بدخواهي
سان ٿيندو آهي، ليڪن گهٽ ۾ گهٽ نظري طور تي
اهو ڪوئي لازم تعلق نه آهي. اها ڳالهه سمجهڻ گهرجي
ته تشدد جو بنياد خير خواهي تي مبني هجي، جيئن
هڪ سرجن جو تشدد، جيڪا شئي خير خواهي، اجتماعي
ڀلائي ۽ غلامي جهڙي لعنت کان ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ
تي مشتمل هجي اها اصولن خلاف اخلاق نٿي ٿي سگهي
اخلاق جو بنيادي معيار نيت ۽ ارادي جو سٺو يا خراب
ٿيڻ آهي.

در اصل تشدد جو استعمال سٺي مقصد لاءِ به ڪري
سگهجي ٿو ۽ بري مقصد لاءِ به. هٿيار بند ويڙهه يا
تشدد پسندي انسان جي، محڪوميت مان آزادي حاصل
ڪرڻ لاءِ هڪ طريقو آهي جنهن ڪو مظلوم، غلامي
مان تنگ ٿيندو، بيزار ۽ بيقرار ٿيندو آهي ته اهو ڏاڍي
آمريت ۽ دهشت کي ختم ڪرڻ لاءِ هٿيار بند جدوجهد
جو طريقو اختيار ڪندو آهي. انسان جو اهو عمل
فاشي ڪتن ۽ سامراجي سوئرن جي دهشت، ظلم، بربريت
جو جواب آهي ۽ رد عمل آهي.

موکي اڻهن ماڻهن تي حيرت ٿيندي آهي، جيڪي
غلام انسانن کي پنهنجي واعظ، گفتگو، تحرير ۽ تقريرن ۾
تلقين ڪندا آهن ته تشدد کان نفرت ڪريو، نظم ۽ امن
سان محبت ڪريو، صبر کان ڪم وٺو - مسلح جدوجهد
کان پاسو ڪريو.

جيڪڏهن اهڙي تبليغ، پرچار ۽ پروپيگنڊه
تي عمل ڪيو ويو ته سنڌ کي آزادي ڪڏهن به نصيب
نه ٿيندي ۽ سوال ئي پيدا نٿو ٿئي ته سنڌين کي

کي حق حاصل ٿي سگهندا.
قوت ۽ طاقت جي جا اهميت حاصل رهي آهي ۽
رهندي، ان کان انڪار ڪرڻ حقيقت کان منهن موڙڻ جي
برابر ٿيندو، تشدد ۽ طاقت انسان، ظلم ۽ ڏاڍ خلاف
ويڙهه نه ڪرڻ، تشدد کان پاسي رهڻ ۽ پرهيز ڪرڻ
جي معنيٰ اها ٿيندي ته ماڻهو ان کان بندتين شين
کي برداشت ڪندو رهي - پين سامراجي ۽ ذليل حڪمرانن
جي آڏو ڪنڌ جهڪائي يا ڪنهن غير منصفانه نظام حڪومت
کي قبول ڪري، جنهن جو بنياد وحشي پڻي ۽ دهشت تي
قائم هجي، اهو ته اهنسا ۽ عدم تشدد جي اصولن جي قطعاً
خلاف ۽ منافي آهي.

عدم تشدد جو طريقو ان وقت جائز قرار
ڏنو ويندو آهي، جڏهن ان ۾ ماڻهو تضاد ۽ تحرڪ
هجي، غير منصفانه حڪومت يا جنهن تي ٻڌل نظام کي
بدلائڻ جي سگهه اهليت ۽ قابليت موجود هجي يا
پرامن سياست ڪرڻ ڏني وڃي.

هينئر اسان وٽ سنڌ ۾ عدم تشدد ايترو اثائتو
نٿو ٿي سگهي جو قومي دشمن کي سنڌ ڇڏڻ تي
مجبور ڪري ڇاڪاڻ ته سنڌ جي بندر، جاگيرون، هوٽلون
۽ ڪارخانا سان گڏ هر شيءِ تي پنڊ ڌاريان قابض آهن
جيڪڏهن اسان اقتصادي بائيڪاٽ، هڙتال ۽ سول نافرماني
جو سڏ ٿا ڏيون ته اهو سولائي سان حڪمران ۽ قابض
ڌاريان ناڪام بنائي ڇڏيندا.

جيڪڏهن ڪنهن ڪارخاني، ٽيڪسٽائيل مل يا شگر مل
۾ سنڌي مزدور هڙتال ڪندا ته انهن کي فوراً نوڪرين
تان ڊسچارج ڪري، اتي پنجاب مان مزدور گهرائي رکيا
ٿا وڃن، انهن کي بيروزگار بنائي سنڌ جا پٽ غير
سنڌين کي پيا ٿي ڪيو ٿو وڃي.

جيڪڏهن سول نافرماني جي تحريڪ هلائي ويندي ته ڏاڍا يا انسان جي آڱرين تي ڳڻڻ جيترا سنڌين کي به نوڪري مان خارج ڪري ڇڏيندا. يا ٽيڪس نه ڏيڻ جي حالت ۾ هر سهوليت کان محروم ڪندا.

هتي پوليس فوج ۽ انتظامي ادارن ۾ به ڏاڍا گهڻائي ۾ آهن ۽ سامراجي ذهنيت رکندڙ به ٿي ٿيل آهن. جيڪڏهن اسان سان هتان جي پوليس نرم رويو رکندي يا اجتماعي استعيفائون پيش ڪندي ته انهن جي جاءِ ڏاڍا اسان سان پيري ويندي ۽ اها انسان کي ڪچلڻ لاءِ سڀ بي رحمي وحشيانه ۽ واحيات طريقا استعمال ڪندي پوءِ جيڪڏهن اسان ۾ مٿس تي منهن ڏيڻ ۽ مزاحمت ڪرڻ جي طاقت نه هوندي ته اسان جي تحريڪ ختم ٿي ويندي.

مهاتما گانڌي جي دور ۾ هندستان جون حالتون هينئر جي انسان جي حالتن کان مختلف هيون. اتي پوليس فوج ۽ پين ادارن ۾ هلڪي ۽ مقامي ماڻهن جي اڪثريت هئي. اٽڪل چوٿ به دست ٽيندو ته فوج ۽ پوليس ديسي ماڻهن تي مشتمل هئي. انگريز سامراج کي هندستاني فوج طرفان عدم تعاون ۽ بغاوت جي خطري ۽ خوف هميشه موجود پئي رهيو. تنهنڪري اهي ديسي ماڻهن سان اهو سلوڪ نه پئي ڪري سگهيا، جيڪو نازين، يهودين سان ڪيو. يا جيڪو پنجابي هينئر سنڌين سان ڪري رهيا آهن.

هينئر مسلح جدوجهد جي طريقو استعمال ڪرڻ کانسواءِ نٿو رهي سگهجي. ڇو ته جيڪي ماڻهو اقتدار تي قابض يا استحصال ڪندڙ هوندا آهن.

جيڪي قابض ماڻهو ۽ بربريت پسند طاقتون محڪوم انسان جي مال ملڪيت، ڌن، دولت ۽ پين پيداوار ي

وسيلن ۽ ذريعن تي قبضو ۽ ڪنٽرول ڄمايو ويٺو هوندو
آهن جيڪي سامراجي ٽولي ۽ ٻاهريان پڻ مارا مختلف چالن
ٽڪلن ۽ ٺوڙ زبردستي ذريعي ديسي مظلوم ماڻهن
جي ڳچيءَ تي ننهن ۽ پيٽ تي لت ڏيئي کين غلام رکيو ويٺا
هوندا آهن. اهي آمر ان قبائلي ذاتي کي ايتري تائين
نه ڇڏيندا آهن. جيستائين اهي ان تي مجبور نه ڪيا
وڃن يا سندن تخت ابتا ڪري ۽ پيرن نه اکيڙيا وڃن يا جيسين
تائين اهڙيون حالتون نه پيدا ڪيون وڃن.

اڄڪلهه قومي آزادي حاصل ڪرڻ لاءِ مسلح جدوجهد
کانسواءِ ٻي صورت ناممڪن آهي. ان لاءِ پهريان ماڻهن
کي همخيال بنائڻ لاءِ وڏي پيماني تي ڪم ڪرڻو پوندو
اسان جي هٿيار بند جدوجهد جو مقصد تخريبڪاري
نه پر تعمير هوندو.

هتي حڪومت جو بنياد تمام تر تشدد ۽ جبر تي
مبني آهي، هتي جو هر حيلو ۽ حربو عوام آزار ۽
ماڻهن کي تنگ ۽ تالان ڪرڻ پيو رهيو آهي. هميشه سندن
ظلم ۽ تشدد اوج ۽ عروج تي پهچي چڪي آهي ايتري
قدر جو حق طلبي جي مطالبو ڪرڻ جي عيوض گوليون ۽
جيل ۽ جلاوطنيون قومي حقوق مختياري جي گهر
ڪرڻ تي رت ڦڙا ۽ ڦاهيون، آزادي لاءِ آواز اٿارڻ
جي عيوض تارا چرا ۽ تشدد تعذيون ۽ عقوبتون، ڪنگال
۽ محڪوم ماڻهن جي مسئلن لاءِ مطالبو ڪرڻ جي جواب
۾ سخت پوءِ هٿي سان ڦٽيل. هميشه لاءِ تعليمي ادارن
مان خارج ڪرڻ ۽ اشتهاري ڏوهاري قرار ڏيڻ
پاڪستاني آمر حڪمرانن جو ڪارنامو بڻيل رهيو آهي.

اسان جو مقصد ۽ نصب العين، اسانجو عزم ۽ آدرش
سنڌو ديش جي آزادي آهي. هتان جي غلام ۽ غريب
عوام جي نجات آهي. هتان جي محڪوم ۽ مفلس

ماڻهن جو چوڻ ٺيڪ آهي. اسان کي پڪ آهي ته دشمن
جي وحشيانه تشدد جي جهٽ سان مقابلو ڪري
پنهنجي مظلوم سنڌي قوم کي آزادي وٺي ڏينداسون
انهي راهه هلندي جا به شيءِ رڪاوٽ ٿيندي ته ان کي ٽڪڙن
۾ هٽائڻو پوندو.

آڏو ٽڪر ته، هٽاءِ رهو رتيون ٽئين"

(شاهه)

حضرت محمد صلعم عرب قوم کي گڏ ڪرڻ لاءِ
ڪوشش ڪري تعليم ڏني. ان ساڳئي وقت جي قدامت
پسند ۽ مفاد پرست عرب سردارن جبر ۽ سختي وارو
طريقو اختيار ڪيو. مٿس حملا ڪرايا ويا. کيس مارائڻ
لاءِ سازشون رٿيون ويون. تنهن ڪري رسول مقبول
به ڪنهن حد تائين تشدد ذريعي مٿن مسلط ٿي ڪيترن
نئين دين جي تابع هيٺ گڏ ڪيو هو. اسان به پنهنجي
قومي وجود کي ڪنهن ٻاهري قوت کان بچائڻ خاطر مسلح جدوجهد
جو طريقو اختيار ڪري رهيا آهيون. ان لاءِ سخت ۽
مضبوط ٿي منهن ڏيڻو پوندو.

اها حقيقت آهي ته تشدد جي ضرورت اڪثر پيش
ايندي، ليڪن جڏهن قوت جو استعمال ڪيو ويندو ته
اها ايڏي ساڙ ۽ ظلم جي جذبي سان سرشار نه هئڻ
گهرجي، بلڪه ٿڌي دل سان محض رڪاوٽ ۽ رنڊڪ
کي دور ڪرڻ ڪپي. ظاهر آهي ان سخت دشواري
۽ ڏکيائي پيش ايندي منزل وڏي ڪٺن آهي. آزادي
جو پنڌ وڏو پنڌ آهي.

جيتي بهادر ۽ بي لوث ماڻهن جي ضرورت آهي،
جن جا جبل جيڏا جگر هجن، سياسي جهٽ سان معمور
هجن ان منزل تي پهچائي جا ڪو ڏيا، همت ۽ حوصلي
وارا هلي سگهندا، جيڪي سور سهي ۽ ثابت قدم

هوندا اهي ئي آزادي جي منزل ماڻي سگهندا. غلامي مان آزادي، فتح پائي ڏيڻ کانسواءِ حاصل ٿي نه سگهندي

"سولين سر گهڻن، سر ري سوپ نه سپجي،

(خليفو نبي بخش)

عشق ناهي راند جو کيڏن ڪيرو،
سسيءَ نيزي پاند، اچل ته اڏ ٿئي -

(شاه)

سُکن جا طالبو ۽ سڌرڻ نه هلي سگهندا، صرف سرويچ ۽ نظرياتي ماڻهوئي هي وڙ هڻ ڪندا.

اها ڳالهه ذهن ۾ هڻڻ گهرجي ته قدم قدم تي خطرن ۽ غلطين جو انديشو آهي. پر انهن مشڪلاتن جو علاج اهو نه آهي ته اسان ان کي نظرانداز ڪريون، بلڪه اهو آهي ته اسان ان جي حقيقت کي سمجهون، پرکيون ۽ پرو ڙيون. سمجهه ۽ ڏاهپ مترسي ۽ بهادري سان انهن جو مقابلو ڪريون.

اسان جو رستو ۽ طريقو اهو هڻڻ گهرجي جو اسان کي ان منزل ۽ ماڳ تائين پهچائي سگهي!

جيڪڏهن عوام تلقين، تبليغ ۽ تعليم تي ڌيان نه ڏئي ته پوءِ اسان کي پنهنجي قوم جي نفسيات کي آڏو رکي ڪي اهڙا واقعا، وارداتون، ڪارناما ۽ ڪاروايون ڪرڻيون آهن جيڪي ماڻهن جي توجهه جو مرڪز بڻجي ڪين جيڪي آڻي اسان جي صفن ۾ بيهارين ۽ عوام جو گهڻو حصو اسان جي مسلح جد و جهد واري تحريڪ سان سلهاڙجي ۽ وابسطه ٿي وڃي.

اسان جي هٿيار بند جد و جهد ظالم حڪومت خلاف هڪ باضابطه جنگ جو اعلان ۽ عملي اظهار آهي.

ان جد و جهد ۾ تربيت يافته گوريلا دشمن ۽ ڏاڍ جي هڪ ج کان ڪيٿهن پر طرح گهٽ حيثيت نه رکن.

دنيا جي مشهور گوريلا اڳواڻ چي گويرا جو چوڻ آهي ته،

"چاڀي مارُ پنهنجي مدمقابل تيل فوج مٿان به ٿي سگهن ٿا. ڇا ڪاڻ ته گوريلا جنگ ظالم سرڪار جي فوج جي گهٽائي ۽ هٿيارن کي ٽوڙي ٿي"

هٿيار بند جدوجهد جي بنيادي قوت عوام جو ساٿ سهڪار آهي. عوام جي همدردين کي مدنظر رکي پنهنجون سرگرميون شهر وغيره کان ٻاهر ڪرڻ پونديون آهن.

عوام جي خيالن ۽ ذهنن تي اثر وجهڻ لاءِ اڪثر ڪري تشدد کان ڪم وٺڻو پوندو ـ ۽ وڌ کان وڌ اها ڪوشش ڪجي ته جيئن ان تشدد کي محدود رکجي ان کان اهڙي طرح ڪم وٺجي ته جيئن ان جو حشر ابيون ۽ نقصان گهٽ ٿين.

اسان کي بندوق ان ڪري کڻڻي پوندي جيئن پنهنجي سنڌ جي عزت، غلامي، بي حسي ۽ بدحالي مان جان ڇڏايون اسان کي ان ظالم ۽ حق غصب ڪندڙن لوڪن خلاف مسلح ٿي اٿڻو آهي جيئن پنهنجي مفلس ۽ مظلوم عوام کي نجات ڏياريون. وقت جي اسان کي عوامي آواز ۽ احتجاج تي لبيڪ چئي هٿيار کڻڻا آهن ۽ آمر سان ٽڪر کائڻو آهي.

اسان کي ماتر پوميءَ جي حلالي ٻچڙن واڳ تاريخ ۽ قوم جي سونپيل ذميواري پوري ڪرڻ لاءِ هٿيار بند سياست جو سهارو وٺڻو آهي. اسان کي سنڌ جي تاريخي تسلسل کي ڌرتي جي ماڻهن کي موٽائي ڏيڻ ۽ نئين سنڌ جي تاريخ کي پيهه جوڙڻ لاءِ وڙهڻو آهي. اسان پنهنجي منزل ۽ مارڳ جي واڳ هٿ پوندي جي ياڳين جي هٿن ۾ ڏيڻ لاءِ لڙي رهيا آهيون.

اسان پنهنجي عوام جي اکين ۾ گوڙهن بدران خيت جي مرڪ ۽ چهري تي پڻ اميد مستقبل جو نقشو چمڪندو ڏسڻ چاهيون ٿا. اسان پنهنجي ڏکن کي

کي اجتماعي سکن ۾ تبديل ڪرڻ چاهيون ٿا. اسان جي تمنا ۽ منشا
آهي ته تاريخ جي سرڪش گهوڙي کي مسلح طاقت سان
ملڪي مارن جي مرضي مطابق موڙيون. اسان نه رڳو پنهنجا
انقلابي سبق حاصل ڪرڻ لاءِ جاکوڙي رهيا آهيون، پر
پوري قوم جي ڳوڙهن کي مرڪن ۾ تبديل ڪرڻ لاءِ پاڻ
پتوڙي رهيا آهيون.

اسان سنڌ جي پيشاني تان عرب ۽ غلامي جي ذلت
جي داغ مٽائڻ لاءِ وڙهي رهيا آهيون.

اسان عوام جي مدد ۽ همدردين سان هن سرزمين
جي عظمت جو جهنڊو دنيا جي مٿاهين چوٽين تي کوڙڻ
گهرون ٿا.

اسان سدائين امن پسند رهيا آهيون. اسان
جي وطن سنڌ، ڪڏهن به اڳرائي ڪري ڪنهن ملڪ
تي حملو ۽ حملا نه ڪيا آهي. اسان کي جنگ کان نفرت
آهي اسان ڪائنات جي حسن کي تباهه ٿيندو ڏسڻ
نٿا چاهيون. اسان خلا ۾ ڦهليل فضا کي زهر آلود ۽
بارود سان بدبودار ڪرڻ چاهيندا ناهيون. اسان غلام
هوندي به سدائين دنيا جي عزت، عظمت، امن ۽
احترام لاءِ آواز اٿاريندا رهيا آهيون.

اسان انهن سامراجي ملڪن جي به خلاف آهيون
جيڪي هٿيارن جا انبار اڏ ڪري گڏ ڪري رهيا آهن.
جيئن هو پنهنجي پنهنجي ملڪ جي عوام کي دٻائي، عوامي
خواهش وارين سڀ شين کي روڪي سگهن.

اسان رت ڇاڻ جا مخالف آهيون. پر اسان کي مجبور
ڪيو ٿو وڃي ته پنهنجي آزادي لاءِ وڙهون ۽ ويڙهه
سان ويڙهه هاڻ ڪريون. انهن کي پنهنجي ڌرتي تان
تڙي ڪڍون.

اسان جي آڏو نه صرف پنهنجي وطن جي آزادي

۽ عوام جي خوشحالي جو مکيه مقصد آهي ته انسان گڏ بين الاقوامي
سطح تي انسانيت جي امن، ڀائيچاري، ميٺ محبت ۽ همڪجهتائي
تي مشتمل هڪ عاليشان معاشري جو قيام به نظم ۾ آهي.

اسان کي قائم ٿيڻ مجبور ڪيو آهي ته اسان هٿيار
کڻي وڙهي آزادي وٺون.

اسان ڪيترائي سال ڏسندا رهيا سون ۽ ڪيئي ڀيرا امن
طريقا استعمال ڪندا رهيا آهيون پر ڪو به ٺوس فائدو پلئه
نه پيو آهي. ڏاڍ ۾ حق ڏيڻ ته نهيو پر حقن ۽ مسئلن لاءِ
اٿاريل آواز کي پڌرو به گوارا نه ڪيو. موت ۾ اسان کي ڪافر
باغي ۽ ملڪ دشمن سڏي، اهنج، ايذيتون ۽ سزائون ڏنيون
ٿيون وڃن. اسان پنهنجي حقن جي منصفانه حل لاءِ اپيلون
۽ استدعائون ڪيون، اسان سٺي سلوڪ رواکڻ جون
تمنائون ڪيون.

اسان پر امن سياست ذريعي پنهنجو آواز پاڪستاني
حڪمرانن جي ڪنن تائين پهچائڻ جي ڪوشش ڪئي. پر
ان آواز کي گولين جي گونجار ۾ گم ڪيو ويو. اسان
تعليم پر اثر جي تمنا ڪئي ته هٿن مان ڪتاب ۽
قلم کسي هٿڪڙيون پارايون ويون ٿيون. جيڪڏهن
اسان پنهنجي مفلس ۽ مظلوم ماڻهن جو چڇيل آواز
ڪنڌيئي پڌري ڪريون ٿا ته ٺڪاءُ ۽ ڌماڪا ڪري
هل ۽ حشر مچائي، اهو پڌرو نٿو ڏنو وڃي، جيڪڏهن
پنهنجي مسئلن، مطالبن ۽ حقن لاءِ زبان کوليون ٿا
ته اُن تي تالا هڻيا وڃن ٿا. اسان جي سوچن تي پهرا آهن
جيڪڏهن پنهنجي عوام تي ظلم ٿيندو ڏسي لڇون ٿا
۽ پڇون ٿا ته اسان کي زندان ۽ زنجيرن ۾ جڪڙيو وڃي
ٿو.

هاڻي اسان کي پنهنجي عظيمتر قومي مفاد خاطر ۽
مانائتي مي جي معصوم ۽ محبوب سنڌين جي ڪچيڻ مان

غلاميءَ جا ڳٽ، اڳتي ڪڍڻ لاءِ مسلح جد و جهد جو
آغاز ڪرڻ پوندو، اسان جنگ نٿا ڪريون، صرف
آزاديءَ لاءِ وڙهون ٿا. منهنجي خيال ۾ هر محب وطن
کي غلام بڻائڻ لاءِ جنگ جو سخت مخالف ۽ آزادي وٺڻ
۽ ان کي برقرار رکڻ لاءِ جنگ جو حامي ۽ مبلغ ٿيڻ گهرجي
هوندو به اڄ ڪلهه پنهنجي قومي بچاءُ ۾ قتل عام ڪرڻ
دنيا جي ملڪن جو هڪ اهم اصول آهي.

سنڌ جي ڪيترن نوجوانن اهو سوچڻ ۽ چوڻ
شروع ڪيو آهي ته عدم تشدد خاص حالتن ۾ درست
ٿي سگهي ٿو. ليڪن عدم تشدد جي تحريڪ کي ڪامياب ڪرڻ لاءِ
پستول جي گولي ـــ ۽ بم جي ڌماڪن جي ضرورت
آهي. آزادي لاءِ هڙتال ڪرڻ، دشمن جي هر شيءِ
کان بائيڪاٽ ڪرڻ. ڌرڻو هڻي ويهڻ ۽ نعرا هڻڻ سان
حاصل نه ٿيندي. ان کي حاصل ڪرڻ لاءِ اسيمبلي جي ٽڪر
کي ڇهڻ ۽ ليبلي ڏيارڻ جي ضرورت آهي، آزادي گهرڻ
سان نه ملندي، آزادي کسي وٺبي آهي.

دنيا ۾ اهنسا ۽ عدم تشدد جي علمبردارن واقعي
به پنهنجي هٿيارن سان پنهنجي محڪوم ملڪن ۽ قومن
کي هڪ وڏي انقلاب لاءِ تيار ڪيو. پر اسان آزادي جي
جد وجهد ۾ هڪ اهڙي مرحلي ۾ پهچي چڪا آهيون
جيتي جي. ايم. سيد جي فڪر کي عملي جامو پهرائڻ
لاءِ پاڻ سياسي چيڙن پوڻ، چي گويرا، ڪاسترو،
ڀڳت سنگهه، ليلى خالد لنيائو، لومومبا، هوچي منهه ۽ ياسر عرفات
جهڙن جي پارٽ ۽ پرجوش ليڊرن جي ضرورت آهي.

پر صحيح ۾ هٿيار بند سياست جي حامي ۽ بهادر
اڳواڻ گنيش گوش جو چوڻ آهي ته ملڪ جو ڪم پر
انقلاب پسند نوجوان ان فلسفي جو حامي ناهي ۽ نه
ٿي سگهي ٿو، اسان ان ڳالهه تي عقيدو پورو

رکون ٿا ته اهنسا ۽ ستيه گرهه جي ذريعي ڪابه قوم
آزاد نٿي ڪري سگهجي، حصول آزادي لاءِ قوت بازو
جي ضرورت آهي، آزادي پني نه ويندي آهي، بلڪه
ڦري ورتي آهي- آزادي لاءِ جنگن ۾ هنجوڙ ۽ گوليون
سان ڪيڏو ٺٺ پوندو آهي-

اسان کي سمجهڻ گهرجي ته پاڪستان حڪمران ٽولي
اسان سنڌين لاءِ پرامن سياست جا سڀ دروازا بند ڪري
ڇڏيا آهن، ڳالهه مهاڙ ذريعي ڪوبه مسئلو حل نه ٿا ڪن ۽
دليل جي زبان جي ڪابه اهميت ڪانهي ته اسان کي ويڙهه جي
ذريعي پنهنجو قومي وجود بچائڻو آهي-

هيئنر اسان مسلح جدوجهد جي ضرورت ان
ڪري محسوس ڪري رهيا آهيون جو سنڌ ۾ ڌارين
جي لڏ لڳاتار ڪاهيندي پئي اچي- سنڌ کي مڪمل
ڪالونائيزيشن ڪرڻ جي منصوبي تحت انهن سازشن ۾ روز
شور سان هلي رهي آهي-

پاڪستان ٺهڻ کان اڳ سنڌ ۾ غير سنڌي ۵ سيڪڙو
هئا، هن وقت اهي وڌي وڃي ٨۴ سيڪڙو ٿيا آهن
جي اها حالت قائم رهي ته جلد سنڌي ٿورائي ۾ تبديل
ٿي، تباهي ۽ بربادي جي دروازي تي وڃي پهچندا ۽
سنڌ ان اها حالت ٿيندي جهڙي ڏکڻ آمريڪا ۾ اڄ جي
رهاڪن ڳاڙهن هندستانين جي پاڙن آيل يورپين
نسل ڪشي ڪري ڪئي هئي، اهي ريڊ انڊين هيئنر آمريڪا جي
صرف پهاڙن ۽ جهنگلن ۾ پٽڪي ۽ ڏڪا کائي رهيا آهن-
سنڌ ۾ اڄڪلهه لکن جي تعداد ۾ پنجابي- بهاري
۽ پٺاڻ ڏوڪيندا ايندا رهن ٿا، سنڌين جي ۸۰ لک ايڪڙ
زمين تي غير سنڌي قبضو ۽ ڪنٽرول ڄمايو ويٺا آهن،
سنڌ ۾ پن هزار ڪارخانا مان سنڌين جي هٿ ۾ صرف

۵۰ (پنجاه) ڪارخانا آهن. سي به ننڍا باقي سڀ غير
سنڌين جي حوالي آهن انهن ۾ ۲۰ لک مزدور ڪم ڪن
سنڌي ۵۰ هزار به ناهن.

جيڪڏهن اهو سلسلو جاري رهيو ۽ ان لاءِ ڪو
مؤثر قدم نه کنيو ويو ته ٿوري عرصي ۾ سنڌي اقليت
۾ تبديل ٿي، پنهنجو قومي وجود وڃائي ويهندا.

۽ سنڌ ڌرتي تان ته جيئن فلسطينين وانگر حق ۽
خراب ٿي دربدر ڀٽڪندا وتندا. جيئن ياسر عرفات ۽
جارج حبش فلسطين جو مسئلو کڻيو دنيا آڏو ليلائيندا
وتن ٿا.

جيڪڏهن اسان به وقت اک نه پٽي ته اسان جو به حشر
ساڳيو ٿيندو. اسان موهن جي دڙي جون تصويرون کڻيو
دنيا اڳيان پيندا ۽ ڏاڍا ٿيندا وتندا سين، جيڪڏهن ست
هزار سالن جي اوائلي حيثيت وڃائي ويٺاسين ته دنيا
اسان کي لعنت ۽ ملامت ڪندي، ٿڪون هڻندي ۽ نفرت
سان ڏسندي.

سياڻي دنيا ڪنهن منزل ۽ مڪ تي پهچي وئي
آهي. دنيا جي سيني تهذيبن کي گڏجي هڪ گلدستو ٺهيو
آهي، اتي قومن جي تاريخ جي سرگذشت ۽ ثقافتي ورثي
جي مارپ طور ٺهي آهي اتي اوهان کي هتان شهر هند و
ٺيٺ پوي. تنهنڪري انهي سنڌ ۾ سرحد ٺيٺ لاءِ جدوجهد
جاري رکڻ گهرجي.

بقول پيتانيءَ جي ته:-

ڪتو جي ڪان ڪرين - سُتي نسا هين هڏ،
صبح ايندي اوچتو، عيد اکهارن گڏ،
جت سرتيون ڪنديون سڏ، اتي سڪندينءَ سينگار لاءِ.

اسان پنهنجي محبوب قوم ۽ وطن جي ابتر حالت

ڏسي تماشائي ٿا ٿي سگهون. جيڪڏهن اجان به دليل بازي
۽ ڳالهه مهاڙ وڙي سياست تي ڀاڙي وينا سون ته پوءِ
اهو سنئون سڌو سنڌي ماڻهن کي تباهي جي رستي
ڏانهن ڪاهڻ ٿيندو ۽ سنڌ جي موت جي وارنٽ تي صحيح
ڪرڻ جي برابر ٿيندو. ٺهڪندڙ اسان کي ٻي ڪو رستي
نظر ڏسڻ نه گهرجي.

انهيءَ سلسلي ۾ اسان کي اٿي کڙو ٿيڻ کپي.

اسان جو حسين وطن، اسان جو محبوب ۽ معصوم
سنڌي ماڻهو غلام هجي، اسان جا ملڪي پاڻي ۽ پيٽرول، پيسا ۽
ماڻهون پنجابي سامراج جي لانگ بوٽن هيٺان لتاڙيا
وڃن، اسان جي سرسبز کيتن ۾ بيٺل فصل ۽ پيلا گل ڏاڙهين
جي پيرن هيٺان چيپا ٿيا ۽ ڪچليا وڃن.

اسان جي سنڌي پاڻن کي گولي جو نشانو بڻايو وڃي
اسان جي عوام کان سڀ ڪجهه ڦري انهن کي بکيو ۽ ڪنگال بنائڻ
لاءِ دشمن هر طريقو اختيار ڪندو رهي ٿو ته اڃا اسان
اهڙا ستم ۽ سور سهي ڪيئن ماٺ ڪري ويهي سگهون ٿا.

ڦورو ماڻهو سڀ ڪجهه ڦرلٽ ڪري ٻه ڦرڻ لاءِ ڦيا ڏين
ڦريل ماڻهو پيو ته نهيو پيو ديس ڦرايو وينا آهن

آءٌ ان خيال جو آهيان ته جنهن قوم جي مادر
وطن سميت هر جيز ڏاڙين جي قبضي ۾ هجي ته پوءِ انهيءَ
قوم جا انقلابي تشدد ۽ ڏهڪاءُ جو هر حربو استعمال
ڪري، دشمن کي تباهه ۽ برباد ڪري پنهنجي هر شيءِ تي قبضو
ڪري وٺن.

جتي دشمن هٿيارن سان ليس هجي اتي انقلاب
رائيفل جي گولي سان آڻڻ پوندو آهي. پر جيڪڏهن
ڪي ماڻهو اهڙي حالت ۾ انقلاب رائيفل جي گولي سان
سان آڻڻ جي مخالفت ڪن ٿا ته يڪ چالو آهي ته هات

جي صفن ۾ ڪمزوري پيدا ڪرڻ گهرن ٿا.

جتي استحصالي ۽ ظالم دشمن جديد ۽ هولناڪ هٿيارن سان مسلح هجي، اتي بنا شڪ جي انقلابي آرٽ جي ڳالهه ڪرڻ خودڪشي جي برابر آهي. غلام قوم جي انقلابي نوجوان جو اهو فرض ۽ ذميواري آهي ته هو غلاميءَ جي زنجيرن کي ٽوڙڻ لاءِ بم ۽ بندوق کڻي دشمن کي تباهه ڪري ڇڏين. جنهن وقت غلاميءَ جو ناسور ۽ موذي مرض انسان جي جسم کي ختم ڪري رهيو هجي- ان وقت انسان جي نعرن ۽ عمل اهڙو ته نمودار هئڻ گهرجي جو ان جي استعمال سان سامراجي چاڙتن ۽ غاصبن جي طاغوتي محلاتن ۾ ڏار پئجي وڃن.

انهن جا ڦهڙيڪوٽ جهڙي لوڻ ۽ آمريت جي بت پگهر ۾ شل ٿي پيري ڦهڪو وجهي پٽ تي ڪري.

انسان کي هميشه ضرورت آهي. قومي ۽ سياسي قوت جي حاصلات لاءِ هڪ اهڙي پرجوش نعري ۽ گوليءَ جي جنهن جي گونج ۽ گجگاج سان باقي سڀ نظام نظريا ۽ نعرا ڌڪجي پس منظر ۾ هليا وڃن.

سنڌ کي لفظن جي مبارڪ اري ۽ جملن جي جادوگريءَ سان نه پر رائيفل جي گوليءَ سان آزاد ڪرائي سگهجي ٿو.

اهو دنيا جو مڃيل اصول آهي ته وقت جو آمر ۽ آڪاش فقط انهن بيباڪ انسانن آڏو گوڏا کوڙي ٿي جهڪندو آهي جن جي آڱر بندوق جي گهوڙي تي هوندي آهي.

انسان کي پنهنجي قومي وجود ۽ بقا کي تسليم ڪرائڻ لاءِ هر ممڪن طريقو اختيار ڪرڻو آهي— فطرت جي ڪارگذارين مان هڪ هي

به آهي ته هن ڪائنات ۾ وايو منڊل ۾ زندگي بقاءَ
وجود صرف انهن ماڻهن ۽ قومن حاصل
ڪري ورتا آهن) جن ۾ پنهنجي وجود کي باقي
رکڻ جي صلاحيت، اهليت، همت، حوصلو، تڙپ
۽ ولولو موجود هوندو آهي.

اسان پنهنجي وجود کي مڃائڻ ۽ باقي رکڻ
جي نه صرف آس ۽ اميد رکون ٿا پر قوت بازو جي
استعمال سان پنهنجي قومي وجود کي زوري
تسليم ڪرائي سگهون ٿا. اسان کي انتهائي ڏاهپ
۽ دلي جرئت سان جدوجهد ۾ جنبيل ۽ مصروف رهڻ
کپي. زندگي ۽ بقا به انهن کي ملندي آهي جن
جي جدوجهد تيز ۽ مسلسل هلندي رهي ٿي.

دنيا جي پيدائش کان وٺي اڄ ڏينهن تائين
ڪيترين ئي قومن ۽ ديسن ختم ٿي ويون. ڪيترين
ئي تنظيمون ۽ تحريڪون اسريون، ڪيترائي حڪمران
آيا پر موت جي هڪڪي وانگر گمنامي ۾ گم ٿي
ويا.

ڪيترين ئي پارٽين ۽ جماعتن پيدا ٿيون ته
پر ٻيو جي گوڙ هئي وانگر بنا اثر جي ختم ٿي
ويون. جيئن ته انهن ۾ جبلن وانگر چوٽي واري نيزي
۽ پهاڙن واري مضبوطي هئي تيستائين باقي رهيون
جڏهن انهن جي ذهن ۽ عمل جي ديوارن کي ڪاهلي
۽ سستي ۽ بزدلي جو سنهو ونگڻ شروع ٿيو ته هو
واري جي پيٽ وانگر وڌيڪ بقاءَ ڪري نه
سگهيا.

اسان کي پنهنجي وطن سنڌ جي بقاءَ پنهنجي
ديس واسين جي وجود کي مڃائڻ لاءِ هر طرح جدوجهد

ڪري آهي.

ڪي ماڻهو هٿيار بند سياست جي مخالفت ڪندا، انهن مصلحت پسندن جي ڳالهين تي ڌيان ڏيڻو ناهي. اهي ائين به چوندا آهن ته پيار ۽ پيگنڊا ڪندا، "اهي عوام کي مارائڻ ٿا گهرن ۽ اسان کي تباهه ٿا ڪرائڻ چاهين وغيره. انهن کي ادما به خبر ناهي هوندي ته مسلح جنگ جهد به هڪ سياست جو قسم آهي، اهي سدا ائين بهادرانه ڪاروائين جي مخالفت ڪندا رهندا آهن.

جڏهن به محب وطن انقلابين ڌارين کي مفلوج ڪرڻ لاءِ ڪي واقعا ۽ وارداتون ڪيون آهن.

جڏهن به آزادي جو اعلان ٿيو ۽ قومپرستن بغاوت جو جهنڊو بلند ڪيو آهي، جڏهن به سامراجي دلالن ۽ ڦورو ٽولن تي ڪا، ڪاري ضرب لڳائي وئي آهي يا سنڌو ديش جو نعرو هڻوارن ۽ نشانبازي ڪئي وئي آهي ته انهن ذهني مريضن ڦوڪار جي ڏني آهي ته اهي سنڌي ماڻهن کي مارائڻ ٿا چاهن يا اها سوچ ۽ قدم خودڪشيءَ جي برابر آهي."

اهڙن ميڻ دلن جي خيال ۾ ڪنهن ماڻهو جو موت رڳو اهو آهي، جيڪو غاصب قوتن جي ٽارچر ۽ تشدد سان ٿئي، يا گولي ۽ بم سان ٿئي يا پوليس طرفان ماريو وڃي حڪمران ٽولي طرفان حب الوطني جي جرم ۾ ڦاهي تي ٽنگڻ سان ٿئي.

ڇا اهو موت ناهي؟ — جيڪو غلاميءَ جي ذلالت واري حالت ۾ ۽ لاچارگي واريءَ خياني ۾ هر روز ٿي رهيو آهي.

ڇا اهو مرڻ ناهي —؟ جيڪو اسان جا ڪيترائي

ٿي ڏيهه ۾ ڏکڻ ڏيهي مري رهيا آهن. ڪيترا ائين مفلس ۽ مسڪين ٻڪ، بيمارين ۽ سيلي موت جو ٻڪ ٿيندا رهن ٿا.

ڇا اها زندگي آهي؟ جيڪا اسان جي عام بيب عوام گذاريندڙ جو رهي، ڏاڍن ۽ ڏاڙهين جي ڏاقيل قانون جي خلاف ورتري ڪرڻ جي لاتعداد السرا من هيث جيل جون صعوبتون، ڦاهيون، قتل، تعذيون، زيادتيون ۽ ڪوليون سهندو رهي ٿو.

ڇا مسلسل محڪومي ۾ رهي ۽ ڏاڍن طرفان پهچي قوم ڪي اکين سان نتيجي وڏي مان ٿي ويهڻ يا جمود واري حالت ۾ رهڻ ڪاميابي آهي؟

منهنجي خيال ۾ غلامي ۾ رهڻ خود موت کان بدترين ذليل آهي. اهڙي ذلت جي زندگي کان موت ڪسي نه جيح ڏيڻ گهرجي. پنهنجي زندگي کي اجتماعي مقصد لاءِ وقف ڪرڻ کپي. هڪ دانشور جو چوڻ آهي ته "زندگي بغير بغاوت جي ائين آهي جيئن موسم بنا بهار جي ۽ بغاوت بنا صداقت جي ائين آهي جيئن هڪ شيءِ رڻ پٽ ۾ بنا زندگي. بغاوت ۽ صداقت هڪ ذات جا ٻه جوهر آهن.

سنڌ لاءِ نه وڙهڻ وارا به چاري ۽ چيمپئن پاڻ کي دشمن جي ڊپ ۽ تشدد کان لڪائڻ گهرن ٿا. انهن ڪسي عوام کي ماڻهن جي گستي نه پر پنهنجي خطري ۽ حق ف هوندو آهي ته هتان دشمن جي نظر ۾ ٿي پوي ٿي.

سنڌي چوڻي آهي ته.

• جڏهن اکري ۾ مٿو وجهين ته پوءِ محرڪ کان ڪهڙو ڊجڻ.

• جاکپ ۾ گهريو آهي ته ڦهڻگ کان ڪهڙو ڊجڻ.

هونئن به ڪيترائي ماڻهو طبعي موت مري ويا آهن. حادثن، ذاتي جهيڙن ۽ فسادن جو شڪار ٿي ويا آهن جو ته انهن کي پنهنجون اهي قيمتي جانيون سرزمين سنڌ تان قربان ڪرڻ گهرجن.

اسان کي رڪاوٽن، بندوقن ۽ موت ڏسي مٿئين مقصد تان دستبردار ٿيڻ نه گهرجي. اسان کي اونداهه ۽ ظلمتن کان ڊڄڻ نه گهرجي، اسان جو وجود اجالو آهي، اسان ڪنهن روشن صبح جي پيڪ آهيون، ڀلي بجليون ڪڙڪي پون، واچوڙا ۽ وڄن جا واچڙ ٿين، ڪڪرن جا ڪڙڪاٽ ٿين، انهن کان لڪي ڪنڊ ۾ ويهڻ ناهي.

مصلحتي ۽ ڪنڌ ڏيندڙ ماڻهو جيڪڏهن انقلابي آواز ۽ ڳوڙهي جي ڳونجار کان ڊڄي وڃي لڪيا يا ڇپيا ته اهي اتي به محفوظ نه رهندا. اهي محب وطن گوريلن جي ڌماڪن جو نشانو ٿيندا يا حڪمرانن جي بيماري ۽ تشدد جو شڪار ٿيندا. تنهنڪري ڪين ڪيپي ته ميدان عمل ۾ اچي جدوجهد ڪري وطن لاءِ وڙهن، سو ته جيئي موت کان مقصد جي واٽ هلندي. ڏاڍ ۽ ڏنڊن ڪڙو سان مقابلو ڪري مرڻ بهتر آهي. مرڻ اڳي پوءِ آهي. ڪنهن بيماري، ٻڏي ۽ موذي مرض ۾ مبتلا ٿي مري سگهجي ٿو، پوءِ ڇو نه اهڙا حالتن پنهنجي قوم ۽ وطن تي نڇاور ڪري ڇڏجي ۽ سونهاري ساڳي تي سر ڏيئي سرخرو ٿجي.

هن شاعر وانگر وچڙجي ته -

آمرن هر ڪنهن ماڻهوءَ کي،
پر ائين نه مرندا سين ساٿي،
ڪا اگ لڳائي ويندا سين،
ڪو پاڻ ٻاري ويندا سين،
دل اصل قلم ۽ ڪتاب ذريعي آزادي جي ڳالهه

ڪندڙ ۽ دليل بازي وسيلي منزل ماڻڻ ۽ هٿيار بند سياست
کان روڪيندڙ ۽ واويلا مچائيندڙ، مايوس هوندا آهن
۽ ڊڄندا آهن. عوام کي تحرڪ ۾ ڇه پيه ۾ آڻڻ کان لنوائيندا
رهندا آهن. اهي صرف پنهنجي تقريرن ۽ تحريرن ذريعي
پنهنجا جوهر ڏيکاري سياسي دڪانداري چمڪائيندا آهن
۽ چاهيندا آهن ته سندن لفظن جي جادوگري جي رعب
۾ لئه هميشه ڪارڪن ۽ عوام هٿان جميل هجي ياوري
مثل انگريزن جا قول ۽ مقولا پڌائي پنهنجي هوشياري
جي هوڪو ڏيئي ڏاڪو چمائيندا آهن.

عوام جي ظالم دشمن سان ٽڪر ۽ تصادم ٿيڻ کان ننائيندا
رهندا آهن. تنهنڪري اهڙي موقعي پرستن کي اڪثر
مڙ رڪڻ گهرجي.

اهڙي ماڻهن کي ياد رکڻ کپي ته محب وطن نوجوانن
جون مسلح ڪارروايون ۽ دشمن سان مقابلو، نه صرف عوام
کي وقت جي آمر سان مهاڏو اٽڪائڻ لاءِ اڀاريندو
پر ماڻهن جي دل ۽ دماغ منجهان حڪمرانن جي پيدا ڪيل
ڊپ ۽ خطري کي ختم ڪري آزادي ڏانهن ڇڪيندو.
اسان جو نعرو نظريو ۽ مسلح عمل وقت کان اڳتي ناهي
پر عين وقت مطابق ۽ وقت جي آواز ۽ اهم ضرورت
آهي.

آمر سان سڌي ساهڻ ۽ دشمن کي للڪارڻ، عزت
انصاف ۽ آزادي جي گهر ڪرڻ ڪو به ڏوهه ڪونهي. انهيءَ
کان پاسيرو ڪرڻ بزدلي ۽ موقعي پرستي آهي.

ڪو به انقلابي نظريو ۽ نعرو وقت کان اڳتي
لڳايو ويندو آهي، وقت گذرڻ کان پوءِ ان جي ڪا به
اهميت ڪانه رهندي آهي، هن سنڌي چوڻي وانگر ته -
"عيد کان پوءِ ٽاسا ٿيا ڇا ---؟"

مون پڻ هيو آهي ته دنيا جي ڪيترن ئي ملڪن
۾ قابض ۽ جابر قوتن پنهنجي لاتعداد هٿيارن ۽
بيشمار ذريعن ۽ وڏي طاقت جي مقابلي ۾ مظلوم
مقامي ماڻهن لشڪر ۾، جتن جي صورت ۾ ڏنڊن،
ڪهاڙين، ڪاتين، ڀالن، ڪانيارين، گيلين، گهوبين، ڏانئن
۽ لٺين سان ۽ پڻ هاٿ ڪيئي آهي انهن مان ڪيترائي
سرويچ وطن عزيز تان قربان ٿي شهادت جو جام
پي ويا، ڪيترائي جوڌا ماريو ميءَ تان جان نثار ڪري
ويا، پر دشمن آڏو ڪڏهن نه جهڪيا.

منهنجي خيال ۾ جنهن خطي ۾ مخلوط نسلن
۽ قبيلن جي قوم تشڪيل ورتي چڪي هجي، ائين سڀ
کان صوش ۽ ٿورڙدار نعرو ۽ جان ته مين تاريخ، تهذيب
عزت، آزادي حاصل ڪرڻ ۽ سياسي قوت ٿي قبضي
ڄمائڻ لاءِ اهڙي بلند آواز ۾ هڻڻ آهيوان جي
طوفان ۾ رحم، همدردي، شفقت، انسانيت ۽
بين الاقواميت سان گڏ دشمن جو وارايه لتاڙهي وڃي.

جابر سان ٽڪر کائڻ لاءِ اهڙو ۽ اثرائتو نعرو
هڻڻ گهرجي جنهن جي پڻ اڏي سان محڪوم ماڻهو
جيرڪ پري ائي پون.

غلام قوم کي صرف بهادرانه نعرن ۽ للڪارن
ذريعي ميدان ۾ آڻڻ سگهجي ٿو، سو ائين ٿيندو
ته ان عمل دوران طاقت جي استعمال جو عملي مظاهرو
به ڪري ڏيکارڻ گهرجي، هڪ اهڙو قدم کڻي قوت
جو مظاهرو ڪرڻ کپي جو محڪوم ماڻهن جي
دلين ۽ دماغن ۾ جنهن جي پاڻ جو پٺيت باري
چڙهي.

سنڌ جي قومي ليڊرن جي ايم سيد پنهنجي

ته ويڙهه ذريعي ئي آزادي ماڻي سگهجي ٿي. پنهنجي
قربانين ۽ لاڳيتي جدوجهد سان ئي قومي وجود
تسليم ڪرائبو.

سائين جي. ايم. سيد آزادي لاءِ هٿيار
ته بيٺ يا فتح ڪار ڪندڙ سامراجي طاقت لاءِ وڏي
قوت سمجهي ٿو. هن جي خيال ۾ هٿيارن تربيت
عورتن نوجوان آزادي لاءِ گهڻو ڪجهه ڪري سگهن
ٿا ته پوءِ جڏهن مختلف هٿيار بند جٿا هوندا ته سنڌ
کي دنيا جي ڪا به طاقت آزادي کان روڪي نٿي سگهي.

هڪ جنگي ماهر ڏاهي جو چوڻ آهي ته:-

گوريلا جنگ ۾ هڪڙي ڇاپي مار جي حملي جي
حيثيت رکي ٿي، جيئن منظم جنگ ۾ هڪ پلٽڻ جي جنگي
ڪارروائي رکي ٿي.

گوريلو عوام جي آزادي لاءِ وڙهندڙ مجاهد
آهي جڏهن هو پنهنجي انقلابي مقصد کي امن طريقن
سان حاصل ڪرڻ ۾ ناڪام وڃي ٿو ته مسلح بغاوت
جي راهه اختيار ڪري ٿو هو هڪ ظالم ۽ جابر نظام
تي سڌو سنئون ڌڪ هڻي وار ڪري ٿو ۽ ساڳي وقت
هڪ نئين نظام جي تعمير ۾ حصو وٺي ٿو.

انسان جو مسلح عمل دشمن کي بي آرام ڪري
ان کي محفوظ ٺڪاڻن ۾ محبوس رکندو ۽ هو لاچار
ٿي پيا ويڙهه ڪندا. موت کي ٻڪ آهي ته سنڌ جي
تقدير ۾ قومي انقلاب لکجي چڪو آهي ان جي
جسي منجهان غلامانه زنجير وڍي ۽ پکيڙي ڇڏيندي
جي تيز ۽ طوفاني هوائن سان ڪيچي ڪرڻ واريون
آهن.

(١) اصل سنڌ ۾ عدم تعاون يا اهنسا جي ذريعي

جدوجهد هلائڻ ۽ انقلاب آڻڻ ناممڪن آهي.

اسان جي ڳوٺن ۽ ٻهراڙين ۾ ته سنڌين جي اڪثريت آهي پر سنڌ جي شهرن ۾ ڌارين ۽ غير سنڌين جي گهڻائي ۽ قبضو آهي.

سنڌ جي تقريباً سڀ اوارا ذريعن ۽ وسيلن تي استحصالي قوتن جو قبضو ۽ ڪنٽرول آهي.

سنڌ جي ڪارخانن، دڪانن، هوٽلن، مارڪيٽن بندرگاهن جا ڌاريا ۽ سنڌين تي ڌارين ڌاڙيلن جو تسلط آهي.

سنڌ جي تعليمي ادارن، آفيسن ۽ ورڪشاپن تي پنجابين پناهگيرن جي مستقل مفاد جو مٿاڀرو آهي.

ٻهراڙين ۾ ڪافي واپار ۽ زرخيز زمينون به غير سنڌين جي هٿ هيٺ آهن پيلا ۽ پيٽ به ڌارين وارا ٿيندا وڃن ٿا.

لکين ڪرين ۾ سپاهي ڪاڻ ويندي آءِ - جي ٽائيپ سول سروس ۾ ڪلارڪ کان وٺي ڊي سي تائين اڪثر ڪري غير سنڌي فائز آهن اهڙي حالت ۾ منهنجي خيال ۾ عدم تعاون، بائيڪاٽ، نافرماني وارا طريقا استعمال ۾ ڪامياب ٿي نٿا سگهن.

سنڌ ملڪ جي ماحول ۽ ماڻهن جي مزاج ٻين ملڪن کان مختلف آهي جيڪڏهن هتي اسان پاڻ احتجاج لاءِ اپيل ڪنداسون ته هوٽلون، دڪانون بند ڪرڻ بدران جيڪي قابض ٿيل غير سنڌي ۽ حڪمران ڌرين جا ساٿاري حفاظت ڪري، اهي هڙتالن ۽ بائيڪاٽ واريون اپيلون ناڪام بنائي ڇڏيندا ۽ پنهنجا ڌنڌا ۽ دوڪان کليل رکندا.

حتي احتجاج ۾ عدم تشدد جي طريقن نه پر تشدد آميز بائيڪاٽ بهتر رهندو، جنهن کي هٿيار بند احتجاج چئبو آهي-

منهنجو واضع مطلب آهي ته ڌارين جي هٿ هيٺ ڪارخانن، تعليمي ادارن، هوٽلن، دڪانن، بينڪن ريلوي آفيسن، سپر هاءِ وي ۽ نيشنل هاءِ وي ۽ پڻ اهم بازارن ۽ رستن کي ڌاريان اپيلن ۽ گذارشن ذريعي بند نه ڪندا- پر انهن کي مسلح ڪاروائي ۽ پر تشدد وارداتن ذريعي بند ڪرائي سگهبو-

پاڪستان جا وحشي حڪمران ۽ استحصالي قوتون هيٺ منٿ، دليل ۽ ٻين جي چوڻ چوا وارن نه پاڻ نٿا سمجهن هونئن به آزادي رڳو درخواستن، اپيلن ۽ امن احتجاجن ۽ مظاهرن سان ڪانه ملندي-

سنڌي ماڻهو سمجهي چڪا آهن ته پاڪستان عرف ظلمستان جي جابر حڪمرانن جي انقلاب دشمن زور آوري ۾ نه پر دستي ڪي آزادي چاهيندڙ انقلابي طاقت جي دٻاءَ ۾ پنهنجي انقلابي سياست جي تابع ۾ رهي هيٺ شڪست فاش ڏيئي پنهنجي وطن عزيز مان ٻاهر ڪڍندا. تنهنڪري اسان کي قومي آزادي حاصل ڪرڻ لاءِ هٿيار بند جد و جهد جي تياري ۽ تنظيم ۽ بندوبست شروع ڪرڻ گهرجي-

گانڌي جي ۱۹۳۲ع ۾ ڪيترن تال جي موقعي تي هڪ بيان جاري ڪيو هيو جنهن جو اقتباسات هيٺيون هو-

جيڪي ماڻهو انسانن جي ماحول ۾ انهن جي حالت زندگي ۾ ڪا اهم تبديلي آڻڻ گهرندا آهن ان جا ٻه طريقا ٿي سگهن ٿا-

هڪ ته تشدد کان ڪم ورتو وڃي، ٻيو ته عدم
تشدد تي عمل ڪيو وڃي، تشدد جو دٻاءُ انسان جي
جسم تي پوي ٿو، اهنسا جو دٻاءُ جيءَ جي تڪليف ڪٽي
مثلاً بک هڙتال جي ذريعي وڌو وڃي ان کان بلڪل
مختلف اثر پيدا ڪندو آهي اهو جن ماڻهن جي
خلاف استعمال ڪيو وڃي انهن جي جسم تي نه پر
انهن جي اخلاقي قوت تي اثر وجهندو آهي.
آءُ بک هڙتال ڪري پنهنجي جسم کي تڪليف
ڏيندس انگريز سامراج جي ذهن ۽ ضمير کي جهنجهوڙيائي
ٿو."
انگريز سامراج کي ته اخلاق ۽ حيا هيو جنهن کي
گانڌي احساس ڏيارڻ لاءِ بک هڙتال ڪئي. پر جن
وحشي ۽ درندہ صفت ماڻهن ۾ اخلاق ۽ ضمير آهي
ئي ڪونه ته پوءِ انهن جي ضمير ۽ اخلاق کي ڪيئن
پاڻ کي تڪليف ڏئي، جنجهوڙي سگهبو، يا اثر وجهي
سگهبو. پنجابي حڪمران انساني احساس ۽ حيا کان
ائين خالي آهن جيئن لوهار جو لفظ نقطن کان خالي
آهي. ڏاڍا حيا، شرم ۽ دنيا جي ڦٽڪار جو
خيال ڪري سنڌ کي ڪونه ڇڏيندا.
هتي پر امن سياست ۽ عدم تشدد جي سياست
جا نه صرف دروازا بند ڪيا ويا آهن پر اهڙو عمل ئي
ڪرڻ نه ڏنو وڃي. جيڪو سنڌ جي ضمير کي جهنجهوڙي
پائي يا سنڌ جي بدنامي جو باعث بڻجي.
ڪجهه وقت اڳ هڪ تعليمي اداري جي
شاگردن پنهنجي فيس ۽ واجبي مطالبن مڃائڻ لاءِ
بک هڙتال ڪئي، انهن جي نه صرف سرڪار جي ڪارندن
جي ذريعي بک هڙتال ٽوڙائي پر ان جاءِ تان نڪي

ڪين لنيون هٿي اٿاري لاڪپ ۾ بند ڪري ڇڏين.

ٻئي مثال گمبٽ شهر ضلعي خيرپور ۾ هڪ سياسي ڪارڪن عبدالرحمان جو آهي. هن سياسي هيڊ ين جي آزادي ۽ ڪارخانن ۾ سنڌي مزدورن کي ڀرتي ڪرڻ جي مطالبن مڃائڻ لاءِ پاڻ کي گمبٽ شهر جي چوڪ تي احتجاج طور سرعام جسم تي تيل هاري باهه ڏئي جنهن جي نتيجي ۾ سندس جسم جا ڪافي حصا سڙي پيا.

شهر جي ماڻهن سندس باهه وسائي مرڻ کان بچائي ورتو بعد ۾ ڪيس پوليس گرفتار ڪري پيئي ڏينهن اخبارن ۾ بيان جاري ڪيو ته، هڪ شخص گمبٽ شهر ۾ ڏهٿي تي ازان نيڪ نه هٿ ڪري زندگي کان تنگ ٿي حق دڪشي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي پر پوليس بروقت پهچي ڪيس گرفتار ڪري، ڪيس داخل ڪري جيل موڪلي ڇڏيو.

فاتح حڪمرانن جو قانون ٻين لئي ڏاڍ ۽ جبر تي هوندو آهي، هو هر طور طريقي سان ڪيل ظلم کي پنهنجي مفاد ۾ ٺان سمجهندا آهن.

پنهنجن حرب ۽ طريقن کي جائز ۽ ٻين جي طريقن کي ناجائز قرار ڏيئي انقلابين تي غلط الزام مڙهي عوام جون نظرون مٿن هٽائي ن ويندا آهن.

جابر حڪمران ڏاڍ ۽ بندوق واري اصول تي هلندو آهي. هو صرف پنهنجي طاقت ۽ ڏاڍ کي استعمال ڪندو رهندو آهي. تنهنڪري جيل سان ٽڪرائڻ لاءِ جيل ۾ ٿيڻو پوندو.

دشمن مسلح هجي ۽ اسان هٿين خالي ۽ ڪيس ڇنڌن ته سنڌ خالي ڪر! انهن پاڻ ذري تي خالي ڪرڻ ناممڪن آ.

مثال طور:- هڪ ماڻهوءَ جي هٿ ۾ اسٽين گن
هجي ۽ انهيءَ اسٽين گن جو رخ سامهون ويٺل ماڻهو
ڏانهن هجي ته اهڙيءَ حالت ۾ جيڪڏهن هٿين خالي
ماڻهو اسٽين گن واري ماڻهوءَ کي چوي ته تون اسٽين
گن اڇلي منهنجي چوڻ تي عمل ڪر، ته ان جي
چوڻ جو اثر اهو ٿيندو جو اسٽين گن مان نڪتل
گولي ته سندس سيني کي پار ڪري ڇڏيندي ۽
۽ هٿين خالي ماڻهو جو آواز فقط هوا ۾ پڙاڏو
بنجي رهجي ويندو.

تنهنڪري ضروري آهي ته جيترو دشمن طاقتور
هجي ته اوترو ئي پاڻ کي طاقتور بڻائجي، پوءِ ئي
ان جو مقابلو ڪري سگهجي ٿو.

انگريزن کان برصغير کي آزاد ڪرائڻ لاءِ عدم تشدد
۽ تشدد جا ٻئي طريقا استعمال ڪيا ويا.

جڏهن برصغير جي آزاديءَ جي تحريڪ
شروع ٿي هئي ته اها تحريڪ ۱۹۲۱ع جي پڄاڻي تائين
بلڪل چپ ۽ ماٺي ٿي ويئي اڌمئي تحريڪ جي
ليڊرن مان ڪن اسيمبليءَ جو رخ اختيار ڪيو ته ڪي
پنهنجي گهرن ڏانهن موٽي ويا. تڏهن ڀڳت سنگهه، دت،
چندر شيکر آزاد "بندوق ۽ بم" جي تحريڪ شروع
ڪئي، جيڪا اڳتي هلي نوجوان ڀارت سڀا جي نالي سان
مشهور ٿي ۽ انهيءَ کان پوءِ هندستان سوشلسٽ ريپبلڪن
ايسوسيئشن جي تنظيم جي صورت ورتي. انهيءَ تحريڪ ۾
پٽ شخص جيتن داس ۽ ڊاڪٽر گيا پرشاد کان سواءِ
ٻيا سڀئي ڪارڪن ۱۲ سالن کان ۲۴ سالن جي عمر
جا هئا، جن ۾ انهيءَ تحريڪ جو روح روان ڀڳت سنگهه
جنهن جي عمر آزاديءَ لاءِ ڦاسي چڙهڻ وقت ٻه

۴۲ع سال هئي، انهي ڪري اُها پڻ تحريڪ جنهنجو اڳواڻ سوريا سين هو- جنهن جي تحريڪ جو نالو چٽاگانگ فتوح هو- سوريا سين جو نظريو هو ته گذريل هندستان به آئرلينڊ وانگر وڙهي آزادي وٺندو انهي کانسواءِ ٻيو مسلح جد وجهد جو مشهور اڳواڻ بابو سڀاش چندر بوس هو، جنهن عدم تشدد جي ذريعي آزادي وٺڻ ناممڪن سمجهي ۽ پاڻ ڪانگريس جي صدارت تان استعيفيٰ ڏيئي، روپوش ٿي، ٻاهرين ملڪن ڏانهن روانو ٿي ويو، هو انگريزن جي مخفي ايجنسين جي اکين ۾ ڌوڙ وجهي، جپان پهچي ويو -

جڏهن سڀاش محسوس ڪيو ته جرمني جي بنسبت هو جپان ۾ رهي ڪري هندستان جي آزادي لاءِ موثر ڪردار ادا ڪري سگهندو ته جپان پهچي ويو.

جپان هندستان تي حملي وقت جيڪي هندستاني سپاهي گرفتار ڪيا هئا- هن انهن کي هٿ ڪري تيار ڪيو ۽ هندستان جي قومي "آزاد هند فوج" ٺاهي ورتي.

سڀاش چندر بوس ۲۱- آڪٽوبر ۱۹۴۳ع تي آزاد هندستان جي جلاوطن حڪومت جو اعلان ڪيو جنهن عارضي طور پنهنجو ڪم ڪرڻ شروع ڪري ڏنو هو.

ان جا مکيه عهديدار هيٺيان هئا.

۱- سڀاش چندر بوس -(پريزيڊنٽ رياست) وزير اعظم جنگ ۽ پرڏيهي وزير جون ذميواريون سنڀاليون.

٢- ڪئپٽن مسز لڪشمي (وومينس آرگنائيزيشن)
٣- ايس اي آئر (پبلسٽي ۽ پروپيگنڊا)
٤- ليفٽيننٽ ڪرنل اي سي چيٽرجي (ڊوڙيا خزانا)
٥- اين اين سرڪار (قانوني ڪائونسل)
٦- ليفٽيننٽ ڪرنل شاهنواز - (جنرل چيف آف اسٽاف ۽ فوجي اگواڻ)
٧- ليفٽيننٽ ڪرنل — جي ڪي ڀونسلي.
٨- 〃 〃 〃 — عزيز احمد.
٩- 〃 〃 〃 — محمد زمان ڪياڻي.
١٠- 〃 〃 〃 — احسان قادر
١١- 〃 〃 〃 — سهگل ملڪ ۽ سيڪريٽري.
١٢- 〃 〃 〃 — راس بهاري بوس - سپريم صلاحڪار
١٣- ليفٽيننٽ ڊي لت، گورکا ريجمينٽ جو ڪمانڊنگ آفيسر، ۽ ٻيا ڪيترائي شامل هئا.

سباش جي اها قائم ڪيل آزاد هند فوج برهما کي آزاد ڪرائڻ لاءِ پنهنجي ڀرپور چڙهائي ڪئي ۽ اچي آسام جي سرحد تي ڪٽڪ ڪئي.

آزاد هند فوج جي انهي يلغار کي ڏسي سڄي برصغير جا نوجوان پنهنجي گهرن مان آرام ۽ آسائشون ڇڏي، پنهنجي وطن عزيز کي آزاد ڪرائڻ لاءِ وڏي شوق خاطر نڪري آيا.

بابو سباش جي انهي فوج ۽ اندروني ويڙهاڪ جٿن کي ڏسي انگريز ڏارين کي گانڌي جي چئي ڏنو ته:- انگريزو! هندستان خالي ڪريو. نه ته آزاد هند فوج توهان کي زوري تڙي ڪڍندي.

مهاتما گانڌي جي انهي چوڻ مان اهو صاف ظاهر هو ته هاڻي برصغير کي انگريز سامراج وڌيڪ غلام ڪري نه سگهندا.

سباش ياٻو جي انقلابي قيادت ۾ آزاد هند
ليگ ۽ آزاد هند فوج مصيبتن سان ستحد ڪئي وئي ته
۾ جون ۱۹۴۳ع ۾ آزاد هند فوج جو مظاهرو
ٿيو، ان جي مشهوري سڄي دنيا ۾ ڪئي وئي. سباش
ان موقعي تي پنهنجي لاثاني ۽ اثرائتي تقرير ۾
پيغام ڏيندي چيو،

هن وهندستان ديش جي ياسين، هن گهاٽن جهنگن
کان پري، انهن ڪند آور جبلن جي اوٽ ۾ اسانجو
وطن عزيز آهي. اهو ملڪ جنهن ۾ هن شتاب عاشق
ٿي هميشه لهي ٿا اچن. اهو وطن جنهن جي خاڪ ۾ راهڻ ڪرشن
مليل آهن، انهي خاڪ منجهان اسان ۽ تو هان جنم ورتو
آهي، انهي تي اسين پليا آهيون. ان مادر وطن جي
محبت اسان جي رڳ رڳ ۾ سمايل آهي. اڄ اسين ان
وطن کان پري آهيون.

ياد رکو:- اسان جي وڏي هڪ ڏڦو پنهنجي
وطن ڏانهن واپس هليو آهي.

ڀڄو! ڀڄو!! هوا جي لهرن ۾ اهو آواز ۽
صدا ٻڪار پيدي اچي رهي آهي. اسان جو وطن اسان
کي سڏي رهيو آهي، اسان جي پنهنجي سلطنت دهلي
اسان جي استقبال لاءِ پنهنجون اکيون وڇايو ويٺي
رهي آهي.

ڀڄو! ڀڄو!! وطن جي ڪنڌ ڪناري مات ستلج ۽
گنگا ۽ جمنا جي ڪنارن تان چاليهه ڪروڙ مظلوم آواز
گڏجي اسان کي پڪاري رهيا آهن ....... چاليهه ڪروڙ
هم وطن انسانن جون دليون اسان جي آجيان
لاءِ ڌڙڪي رهيون آهن.
اسين ڪروڙ ٻانهون اسان تي ڪُلت نڇاور ڪرڻ

لاءِ اٿيون آهن، رات، رت کي سڏي ٿو، چڪي رهيو
آهي، ماءُ پنهنجي ٻار اولاد کي پڪاري رهي آهي
جنهن ۾ اسين وقت جو حساب نٿا ڪري سگهون اسان جا
هٿيار مياڻ ۾ نٿا رهي سگهن.

سامهون پٺ جا پهاڙ اسان جي وطن ۾ بيٺا
آهن،

اڳتي وڌو ان رستي تان هلي جيلن کي پار ڪريون.
ان پار هلي آسمان کان به پنهنجي آزادي ڦري وٺڻي
آهي. قدرت اوهان جي مدد ڪندي، پر قدرت ان
جي مدد ڪري ٿي، جن جي ساٿ ۾ طوفان ٿئي
ٿو، دشمن جي قطارن کي چيري پنهنجي وطن پهچڻو
آهي "آزادي يا موت" يا ته اسان پنهنجو ترنگو
جهنڊو جهولائيندا دهلي جي قلعي فتح ڪنداسين يا
ورهندي، وڌ دهندي پنهنجي جان ڏينداسين، دهلي
جو رستو آزادي جو رستو آهي يا ته اسين دهلي ۾
داخل ٿينداسين يا اسان جا لاش خون ۾ ٻڏل هوندا.
شام جي لڙندڙ هوا جا جهوٽا انهي ڳالهه جا شاهد
هوندا ته آزادي جي لاءِ اسين موت جي قيمت ادا
ڪرڻ لاءِ ڪڏهن به پٺتي ڪونه هٽنداسين.

سياسي پارٽي وڌيڪ چيو ته، هر قوم ۾ هر هڪ جو
هڪ نعرو هوندو آهي، جنهن مان ان جي منزل مقصود
جي پڌري پئي ٿي، جيئن هٽلر جي نعرو هوندو هو "پيرس هلو"
اهڙي طرح جپانين جو به نعرو هوندو هو "سنگاپور هلو"
ٺيڪ اهڙي طرح اسان جو به نعرو هئڻ گهرجي "دهلي هلو"

اهو نعرو ان وقت تائين بلند ڪندا رهجو، جيستائين
هندستان ڌرتي جي چپي چپي مان آزاد نه ٿئي.
آزادي لوڪن جي حق جي قرباني گهري رهي
آهي، ان جي لاءِ لوڪن کي سڀ ڪجهه قربان ڪرڻو

پوندو، پنهنجي دولت پنهنجي جان، پنهنجو اولاد
پنهنجو حق ۽ پنهنجي هر شيءِ.

توهان هيل تائين گهڻو ئي ٻڌو آهي. سون جو
خزانو ۽ ڌڙڪندڙ دل، پر آزاديءَ جي پياس نرگي
ايتري مان ڪونه ٿي مٽجي. آزادي ڪي اڄ پنهنجي دشمن
دشمن سان گڏ. وانگر پنهنجي مٿان وراڻي وارن کي ڏيڻ
پو چارڻ جي ضرورت آهي.

آزاديءَ جي لڙائيءَ ۾ فتح جي تاريخ تي قدم
حق جي پوندڙ سان نڪي وڃي ٿي، مان توهان سان
واعدو ٿو ڪريان ته مٿيون پيٽي ۽ ورداءَ ۾ گوڙيندڙ
آواز ۾، توهان مون کي رت ڏيو ۽ آءٌ توهان کي آزادي
وٺي ڏيان" هال ۾ سنائو ڇانئجي ويو آواز ٽارت
سان ٽڪرائجي رهيو هو، سباش بابو جي اها تقرير
چالو هئي ته ڪجهه نوجوان اٿي بيٺا ۽ اٿڻ چيو،

اسان پنهنجو خون جو هڪ هڪ قطرو آزاديءَ جي
پيٽ چڙهائڻ لاءِ تيار آهيون" آزادي زنده باد"

سباش گهر جي چيو — هيئنءَ ٻگهو ڳالهين مان ڪم
ڪونه هلندو، سخت ڪم جي ضرورت آهي.

مون وٽ هڪ عهدنامو آهي. ان کي حق سان
لکڻو پوندو. توهان کي اچي ڏي ان تي صحيح
ڪري ٿو.

چاڪيو ان کي اسان تي ايمان ڪونهي؟
ويٺل مان هڪ نوجوان اٿي پڇيو..!
نه اها ڳالهه ڪانهي..
سباش بابو يقين ڏيارو.

ان تي صحيح معمولي مس سان نٿي ڪري سگهجي
هي آزادي جي عهدنامو آهي. هي مادر وطن جي
عزت جو معاملو آهي، ان تي رت سان صحيح

ڪري پئي ٿي، اهو ئي ان تي صحيح ڪندو، جنهن جي
رڳن ۾ مادر وطن جي محبت جو جذبو ڇوليون ماري
رهيو هوندو، اهو ئي صحيح ڪري جو پنهنجي جان
کي ڪلتو وانگر سمجهي، وطن تي پيٽ چاڙهڻ جي همت
رکي سگهي.

جلسي جي سڀاڻي مان آواز آيو -

اسين پنهنجو رت ڏينداسين، پنهنجو حق نه
ڏينداسين. اڃا اهو سلسلو ختم ئي ڪونه ٿيو هو ته
ميڙ کي چيرينديءَ ١٧ - ١٨ نوجوان عورتون اڳتي وڌي
آيون ۽ پنهنجي چيلهه جي ڪٽارين سان آڱرين کي
زخمي ڪري خون سان قسم نامي تي صحيح ڪيائون
تن ڪاتين ۾ سڄي جلسي مان گجراتي، موهتا، بنگالي
مدراسي، سنڌي ۽ ٻيا هندستاني. هن جي اڳواڻ
جي آڏو وڌي ڪپ سان آڱر کي چيري خون
سان عهد نامي تي صحيحون ڪيون ۽ پوءِ هندستان
جي آزادي لاءِ سيني سان ڏڌا جي بازي لڳائي، اها
ڳالهه آهي ته ٻه صفحا جي آزادي جو فيصلو پي
مهاڀاري لڙائي ئي ڏيئي سگهي ٿي، ان ۾ انهن
بي باڪ ۽ هٿياربند سياست ڪندڙ سورهين جي به قربانيون
۽ ڪوششون شامل آهن. اهڙيءَ طرح سنڌ ۾ پير
صبغت الله شاه ڏيا ڳاري) ڌارين کي ڪڍڻ لاءِ مسلح جدوجهد
هلائي، حر تحريڪ شروع ڪئي. سنڌ به اهو ئي خيال هو ته
مسلح جدوجهد ذريعي ئي سنڌ آزاد ٿيندي.

انهي حر تحريڪ کان متاثر ٿي سنڌ جا اسڪولي
شاگرد به انقلابي ويڙهه ۾ ڀرپور ڪردار ادا ڪرڻ لڳا.
جنهن جو مثال شهيد هيمون ڪالاڻي آهي. جيڪو ان
وقت ڏهين جماعت (ميٽرڪ) جو شاگرد هو ۽ سندس
عمر ١٧ - سال هئي جنهن بارود سان ريل ڪڪڙي

ٻيهر ٽاڪي کي تباهه ڪرڻ لاءِ ٻيهر جي پٺتي ۾ اڪيلو ئي
هئي، انگريزي ڊرائيور ان جيل ۾ ڪيس سڪر جيل ۾
ڦاسي تي چاڙهيو.

دنيا جي مشهور انقلابي فيدل ڪاسترو جڏهن
پهريون ڀيرو فوجي ڇانوڻي تي حملو ڪيو هو ته ان وقت
سندس ساٿين جو تعداد تمام ٿورو هو، جنهن ۾ ٻه
ڇوڪريون به شامل هيون، سندن عمريون تقريباً ١٦
سالن کان ٢٥ سالن جي وچ ۾ هيون، انهن وٽ
فقط ڇهه پراڻيون رائيفلون ۽ ٻه اسٽين گنون هيون.

فيدل ڪاسترو جي اهڙي ڪاهه ۽ حملي جنهن
کيس دنيا جي گوريلا تحريڪ يا جي آزادي جو علمبردار
ڪري بيهاريو جڏهن ته فسطائيت ۽ آمريت جي
آقائن ڪاسترو تي بغاوت جو ڪيس هلائي انهي الزام
تحت کيس عمر قيد جي سزا ٻڌائي ڇڏي.

پر فيدل ڪاسترو جي انهن ساٿين ٿوري (٩٠)
ميلن جي مفاصلي تي ويٺل هوندي آمريڪا جهڙي
بين الاقوامي سامراج کي گوڏا کوڙڻ تي مجبور ڪيو.

سامراجي ڇاڙتا ۽ فاشي ڪتا، فيدل ڪاسترو
کي قيد ڪري کيس هميشه لاءِ غلام رکي نه سگهيا.

آزادي جي متوالن ۽ جانثار شاگردن تي هو انا
پوليس ريتي ۾ گوليون هلايون، انهن جي دلين مان
آزادي جي تڙپ کي ختم ڪري نه سگهيا.

انهن بيباڪ نوجوانن جي ريتي رت سان آزاد
ڪيوبا جو جهنڊو بين الاقوامي ادارن جي مٿان ڦڙڪڻ
لڳو، اهو ڪيوبائي انقلابي اڳواڻ جنهن سان فقط ٻارنهن
جانبازن جو گروهه هو. تنهن سڀ حاصل ڪيائين ۽ اهو اڄ
تائين دنيا ۾ عظيم جانبازن تحريڪ جو سرڪرده ليڊر
تسليم ڪيو وڃي ٿو.

انهيءَ جي ٦-٨ اڻغلن ۾ پڻ اسٽين گنز جي گوليٽ جي گونجان ڀرائڻ عام کي هموار ڪري دشمن خلاف اڀاري، اٿاري ۾ پڻ ڪاڻيا ويا.

فلسطينيءَ جو مثال اسان آڏو آهي مئي ١٩٤٨ع ۾ ناجائز صيهوني سلطنت جي قيام ڪان پوءِ فلسطيني عوام سوچڻ جان چڏ اٿي ۾ دشمن کان ڌرتي آزاد ڪرائڻ لاءِ جد و جهد جي شروعات ڪئي.

دنيا جي محڪوم ملڪن ۾ مظلوم قومن جي آزادي لاءِ هلندڙ هٿيار بند جد و جهد کي ڏسي پڻ هي ۾ پڻ وڌي فلسطينين به وڌيڪ هو وارو طريقو اختيار ڪيو. اڄ جي آزادي لاءِ وڙهندڙ تحريڪن ۾ فلسطينين جي انقلابي تحريڪ جي چاپ لڳل آهي.

پنهنجي پيرن هيٺان ڌرتي نه هوندي به انهي تحريڪ جي اڳواڻ ياسر عرفات جو احترام ۽ ڀرپور آهي جهڙو ڪنهن آزاد ملڪ جي سربراهه يا وزير اعظم جو هوندو آهي.

پنهنجي فلسطين جي ڌرتي کي حاصل ڪرڻ کانسواءِ فلسطيني گوريلا جنهن به ڌرتي تي رهيل آهن. انهي کي به آزاد ڪرڻ خاطر ايتري ئي جد و جهد ڪن ٿا، جيتري پنهنجي ڌرتي جي آزادي لاءِ جنگ ڪري رهيا آهن.

اهڙي جد و جهد جو تازو مثال هي آهي ته جڏهن اسرائيل لبنان تي ننگي وحشت سان ڪاهي ڏني ته فلسطيني گوريلا لبنان جي فوج سان گڏ جي وڙهيا. پر بين الاقوامي ادارن جي وچ ۾ پوڻ ڪري فلسطيني گوريلن کي ٻين ملڪن ڏانهن روانو ڪيو ويو انهي کانپوءِ اسرائيل بين الاقوامي ٺاهه جي خلاف ورزي ڪري لبنان تي حملو ڪري بيروت پنهنجي قبضي ۾ ڪري ورتو.

پر جيڪڏهن تقريبا فلسطيني باقي رهيل آهن ته
انهن اسرائيل کي بيهر وٽ هان ڪيڻ لاءِ پنهنجي
وڙهو شروع ڪري ڏني.
ياسر عرفات ۽ سندس ساٿين جي اهڙي ويڙهه
کي ڏسي دنيا وارا ايترو ته متاثر ٿيا آهن جو جڏهن
به ياسر عرفات ڪنهن ملڪ جي سرزمين تي پير
رکي ٿو ته کيس سرڪاري طرح ٢١- توپن جي سلامي
ڏني وڃي ٿي.
دنيا جي منظم ظالم ۽ وحشي اسرائيلي فوج
ٿي فلسطيني گوريلن نه رڳو جوابي حملا ڪيا آهن پر
گوريلا جنگ جي جديد اصولن موجب جنگ کي ڊيگهه ڏيئي
دشمن ۽ ان جي هٿيار کي ڪيئن ڪري نفسياتي طور
ڪمزور بڻ ڪيو آ.
اسان کي پنهنجي غلام قوم کي سچي
جذبي ۽ سائنسي سوچ سان آزادي ۽ قومي خود
مختياري جهڙي بهترين مقصد ۽ منزل تي پهچائڻ
لاءِ مسلسل جدوجهد ۾ مصروف رهڻو آهي.
هينئر اسان جي آڏو مکيه مسئلو سنڌو ديش جي
آزادي ۽ قومي خود مختياري آهي، باقي مسئلا
اهڙي هڪڙي مسئلي مان پيدا ٿين ٿا، جيستائين اهو
مسئلو حل نٿو ٿئي، ان وقت تائين بين مسئلن جي حل
ڪرڻ جي ڪوشش ائين آهي جيئن ڪنهن ماڻهو
جي آنڊي ۾ زخم هجي ۽ ان جي پيٽ مٿان پٽيون
رکيا وڃن.
۽ سمجهو وڃي ته ان جي پيٽ جي سور جو
علاج پيو ٿئي، قومي خودمختياري نه ملڻ سان
هيٺيان مسئلا پيدا ٿين ٿا، قومي وجود کان
انڪار واري صورت ۾ سنڌ کي حصو آبادي جي

جي نظرئي هيٺ ماڻهن جي توجهه ڇاڻ ته انهن ڇڪائي همدردي حاصل ڪرڻ گهرن ٿا.

انهن کي خبر هئڻ گهرجي ته سنڌين کي سمجهڻ کپي ته صوبائي حق خودمختياري ملڻ سان مٿيون سڀئي ناانصافيون جيئن جو اتي الوٽ ٿي سگهن، ان جي ابتڙ قومي حق خودمختياري حاصل ڪرڻ سان مٿيون ناانصافيون ختم ٿي سگهن ٿيون ڇو ته قومي حق خودمختياري جو مطلب ئي اهو آهي ته جنهن خطي ۾ اها قوم آباد آهي. انهيءَ خطي جا سڀئي وسيلا ان قوم جي فرد لاءِ مخصوص ٿيل رهندا، جن ۾ ٻئي ڪنهن جو به بنيادي حق نه هوندو ۽ اها قوم پنهنجي خطي جي وسيلن کي هر طريقي سان استعمال ڪرڻ ۾ خودمختيار ۽ آزاد هوندي.

انهيءَ حق ملڻ سان سنڌ اندر ڌارين جو ڪو به بنيادي ۽ پيدائشي حق سنڌ ۾ تسليم نٿي سگهندو ۽ نه وري ڪا طاقت سنڌين کي ڌارين جو اهڙو حق مڃڻ تي آئيني، قانوني ۽ سياسي طرح مجبور ڪري سگهي ٿي.

انهيءَ کانسواءِ صوبائي حق خودمختياري ۽ قومي حق خودمختياري ۾ هڪ بنيادي فرق آهي.

اهو اهو هوته صوبائي حق خودمختياري انتظامي معاملو آهي ۽ قومي حق خودمختياري عالمي طرح تسليم ٿيل اهم سياسي مسئلو آهي. جنهن کي اقوام متحده پنهنجي چارٽر ۾ به اهميت ڏني آهي.

صوبائي حق خودمختياري ڪڏهن ملڪ ۾ هڪ قوم کي مختلف صوبن ۾ ورهائي انتظامي سهوليت خاطر ٺاهي يا گهٽائي ڏني ويندي آهي. مثال طور:- مصر ۾ هڪ ئي قوم مصري رهي ٿي

يا مصر، قديم وقت کان هڪ ملڪ جي حيثيت رهيو آهي
ان جي باوجود ان کي مختلف صوبن ۾ ورهائي
صوبائي گورنرن کي انتظام خاطر ڪجهه اختيار ڏنا
ويا آهن.

يا سعودي عربيه جيتي هڪ ئي حجازي قوم
رهندي آهي پر ان کي مختلف صوبن ۾ ورهائي تقسيم
ڪيو ويو آهي. ڪڏهن ڪڏهن غير ملڪي حاڪم ۽
غاصب پنهنجي انتظامي سهولت خاطر غلام ملڪن
کي مختلف صوبن ۾ ورهائي ڪجهه اختيار صوبن جي
حوالي ڪري ڇڏيندا آهن. جيئن انگريزن برصغير
کي مختلف صوبن ۾ ورهائي ١٩٣٥ع جي انڊيا ايڪٽ
تحت صوبائي خودمختياري ڏيئي ڇڏي آهي.

اهڙي صوبائي خود مختياري مان هندستان
۾ وسندڙ قومون ڪڏهن به راضي ۽ مطمئن نه ٿيون ۽ هنن
پنهنجي خود مختياري جي جدوجهد ترڪ نه ڪئي.

جيئن ٺيڪ پاڪستان جي موجوده آئين ۾ ڏنل
صوبائي خودمختياري ١٩٣٥ع واري خودمختياري کان
تمام گهٽ آهي.

هڪ ٻيو فرق صوبائي خودمختياري ۽ قومي
خودمختياري ۾ هي آهي ته قومي خود مختياري
۾ علحدگي جو حق شامل هوندو آهي. جبڪه
قومي خودمختياري ۾ علحدگي جو حق شامل نه
هجي، سا قومي خود مختياري ٿي ئي نٿي سگهي.

روس ۾ مختلف قومن کي اهڙو حق مليل
آهي ان جي ابتڙ صوبائي خودمختياري ۾ اهڙو
ڪو به حق شامل نه هوندو آهي، ۽ جنهن وقت
به مرڪزي حڪومت چاهي صوبائي اسيمبلين جا اختيار

ختم ڪري سگهي ٿي.

تنهنڪري اڄ سنڌ کي جنهن طريقي سان غلامي ۾ ڪيو ويو آهي ان مان آزاد ڪرائڻ لاءِ صوبائي مختياري نه پر مڪمل آزادي جي ضرورت آهي. ان لاءِ سرفروش نوجوانن جي ضرورت آهي. جو ته شاگرد قوم جو سڀ کان وڏيڪ صاف ۽ باشعور طبقو آهي. دنيا جي تاريخ تي نظر وجهنديءَ سان خبر پوي ٿي ته شاگردن پنهنجي علم، عمل، قول ۽ ڪارنامن ذريعي پنهنجي مٽيءَ ۽ مادرِ وطن جي آزاديءَ لاءِ ڪاهه ڪسر نه ڇڏي آهي پنهنجي وس ۽ وت آهر ڪين محلات ۾ ديس واسين لاءِ وڙهندا رهيا آهن. انهن نه صرف ڪي تنظيمون ٺاهيون پر، پنهنجي شاگرد برادري جا مسئلا حل ڪرايا پر قومي وجود ۽ وطني وقار لاءِ به هميشه لڙندا ۽ جد وجهد ڪندا رهيا آهن. پنهنجي ديس جي دفاعي مورچن تي سيني جي ديوار بنجي ڪاريڪ کي پنهنجي پاڪ ۽ پوتر ڌرتيءَ تي پير ڌرڻ نه ڏنو اٿن، هو سامراجي قبضي ۽ محل تي ڪوشش ۽ قربانيون ڪندا رهيا آهن. ا ها جد وجهد سياسي سماجي توڙي ثقافتي اقتصادي هجي توڙي تعليمي دنيا جي امن جي هجي توڙي مظلوم ملڪن جي آزادي جي.

دنيا جي مختلف ملڪن، سماجي، سياسي ۽ انقلابي تحريڪن ۾ شاگردن تمام اهم ۽ شاندار ڪردار ادا ڪيو آهي، سوويت روس جي باني لينن جڏهن ظلم ۽ ڏاڍ خلاف انقلاب آندو هو تڏهن سندس پوئلڳن يعني بلشويڪن ڪثير تعداد شاگردن جي شامل هو. انگلينڊ جي بادشاهه چارلس پهرين خلاف هلايل هلچل ۾ شاگردن پنهنجو پاڻ ملهايو، ويٽنام ۾ سامراجي قوتن خلاف جاري ڪيل جنگ ۾ شاگردن

هڪ سخت ڪشمڪش بعد آزاد ٿيو، تاهم آزاد ٿيل آفريڪي
ملڪن جي ٻه-ٽيڪ آزاديءَ ۾ به شاگردن بهترين جدوجهد
ڪري پاڻ ملهايو، ته ڪي جيڪو آمريڪا سامراج جو
وڏو اڏو آهي، اتي شاگرد ئي آهن جيڪي ترقي پسندانه
جدوجهد جي اڳواڻي ڪري رهيا آهن ۽ اتي حڪومت
جي تبديليءَ ۾ اها جدوجهد تمام گهڻو اثرانداز ٿيندي
رهي آهي، جيئن ته ڪيترائي شاگرد ڪال ڪوٺڙين ۾ بند
آهن ۽ قيد جون صعوبتون پيا ڀوڳي رهيا آهن.

ٿائيلينڊ ۾ فيلڊ مارشل ٿانم جي فوجي حڪومت
کي ختم ڪرڻ جا ذميوار اتان جا شاگرد ئي آهن. بنگلاديش
۾ به جيئن ته ملڪي آزاديءَ لاءِ شاگردن سياسي جدوجهد
۾ پنهنجو حصو ورتو ته پر مسلح جدوجهد جي اڳواڻي ڪري
هراول دستي طور ڪم ڪيو. تازو برطانيه ۾ شاگردن
جا هن بي استحصالي خلاف پاڻ پنهنجي ڏي ۽ ڏاڍائي ڪي
ڏڪي، لوڏي ڪيري ڇڏيو. ايران ۾ شاگردن وڏي منظم
سان وڙهي شهنشاهيت جي تخت کي اجهلائي اوڏو ڪيو
۽ آمريڪا جا ڪيترائي سفارتڪار يرغمال ڪري آمريڪا
جهڙي سپر طاقت کان پنگ ورتي پيو ۽ سندس مانهو آزاد
ڪيا ئون، شاگرد قومي مقصد لاءِ سنگينن جي سامهون
توڙي گولين جي وسڪاري ۾ جدوجهد جاري رکندا
آيا آهن. هن جي جواب ۾ جنهن کي ڪنهن به آمرحڪمران
جون ٽينڪون توپون، بندوقون ۽ بند و قون روڪي نه
سگهيون آهن پوءِ اهي ويٽنام ۾ هجن يا الجزائر
۾، انگولا ۾ هجن يا موزمبيق ۾ سابق روڊيشيا، زمبابوي
۾ هجن يا گني بساؤ ۾، ڏکڻ آفريڪا ۾ هجن يا السلواڊور
۾، سنڌ ۾ هجن يا بلوچستان ۾ هجن، سندن جدوجهد ۽
جنگ جاري رهندي آئي آهي، شاگردن جي آوا ز

ڪي دنيا جي ڪائي طاقت دٻائي نٿي سگهي ۽ نه ئي ڪو اٽم بم سندن ولولن ۽ جذبن کي فتح ڪري سگهي ٿو.

سنڌ جي حق طلبي واري جدوجهد ۾ پڻ سنڌي شاگردن جو ڪردار بنيادي هڏي جي حيثيت وارو رهيو آهي البته هڪ ڳالهه ۾ سنڌي شاگردن جي جدوجهد دنيا جي ٻين شاگردن جي جدوجهد کان مٿاهين آهي.

چاڪاڻ ته ٻين کي ڪنهن نه ڪنهن سياسي جماعتن ۽ پارٽين جي سرپرستي حاصل آهي، جڏهن ته سنڌي شاگرد پنهنجي ئي قوت ۽ وسيلن جي آڌار تي هٿ ان وڙان جدوجهد هلائيندا رهيا آهن. سنڌ ۾ ڏارين جي اچڻ جي مخالفت هجي يا سنڌي ٻولي کي قومي ٻولي جو درجو ڏيارڻ جي حمايت هجي يا عام مارچ هجي، قوم پرست ۽ ترقي پسند شاگردن هميشه قوم دشمن قانون جي مخالفت ۽ مزاحمت پئي ڪئي آهي، جنهن مان سنڌي قومي وجود ختم ٿيڻ جو خطرو، انديشو ۽ امڪان پيدا ٿيو آهي، انهن سان ٽڪر ۽ تصادم ۾ اچي اقتدار پسندن ۽ مفاد پرستن ڏارين جي ذهني غلامن کين سرڪي ڳلي سان لڳايو اٿن.

ايوب جي آمريت جي عروج وقت نه صرف سنڌ ۾ ڪا تنظيم سياسي جماعت هئي، پر پاڪستان جا وڏا وڏا ليڊر يا ته حڪومت جي دلالي ۽ چاپلوسي ۾، يا خاموشي جي چادر ويڙهيو ليٽيو پيا هئا ان وقت سنڌي شاگرد ئي هئا جن ون يونٽ جي گهري ڪوٽ کي ڪيرائڻ ۽ ٽوڙائڻ لاءِ آمريت خلاف جدوجهد جو اعلان ڪيو. اڳتي هلي ان جدوجهد منظم شڪل اختيار ڪئي ان وقت کان وٺي مسلسل ۽ لڳاتار سنڌ جي حقن خاطر جدوجهد ڪندا رهيا آهن

هيٺ هئو وڏو ـــــ پاڪستاني ليڊرن کي عوامي قتل
گاهه جي صدر دروازي تي پيرڊي طور ٽنگي ڏسڻ ۾
دوئي گذارڻ چاهي ٿو. جيڪڏهن اسان انهن کي ڪامياب
ٿيڻ ڏنو ته اها اسان جي نالائقي چئبي.

ان وقت کان وٺي هينئر تائين سنڌي شاگردن
مسلسل جدوجهد ڪندا رهيا آهن.

پنهنجي عوام لاءِ، سنڌ جي حق طلبي لاءِ صداقت
۽ حق پرستيءَ جي پهرين ۽ اعليٰ ترين فرض ادا ڪرڻ
لاءِ مطلب ته هر محاذ، ميدان ۽ مورچي تي وڙهندا رهيا
آهن. اسان جي اندر ۾ پنهنجي وطن جي آزادي واري
ازلي ۽ ابدي تاتڻ ۽ ولولو موجود آهي، انهيءَ
تڙپ ۽ آس جي سهاري اسان جرئت ۽ همت سان
پهاڙن جي چوٽين ۾ مارڪ جهڙي جڏ پيدا ڪئين ۽
تاريخ جي بي رحم ۽ مڪري طاقتن ڪيل ڏکين
۽ سنگين ديوارن کي ڊاهي پٽ ڪري ۽ پيرن جي پيٺي
بناءِ اڳتي وڌندا رهياسين. اسان جي دل جي ديول
۾ اها تڙپ ۽ آزاد ساهن جي گهنگهور گهٽائن جيان
برسي پوي ٿي. سا آهي پنهنجي مادر وطن کي آزاد
ڪرائڻ ۽ عوام مان غربت ۽ غلامي جي ذلت کي
دور ڪري قومي راڄ قائم ڪرڻ، جنهن جي هڪ سو ب
ورهين ۾ سخت ضرورت آهي، ان لاءِ ٻيو ڪ
اسان کي ڪنهن به قيمت ادا ڪرڻي پوي ته ڪرڻ ج
ڪونهي. تاريخ اسان کي هن سنڌ مين ٿي هڪ اهڙي
دور ۽ موقعي تي پيدا ڪيو آهي ۽ ذميواري سونپي
آهي، جڏهن ماتر ڀومي جي باغن ۾ صنوبر جي
وڻ ۽ گل بدران ٿوهر ۽ ڪنڊا اُڀا ڪن. ڪيترن جي
ڪنڌيءَ سڀني سرهاڻ ۽ هيڪاري بدران رت جي بوءِ
پکڙجي رهي آهي.

- سنڌو جي ڪناري تي سڄڻ ڏهن بدران پيا لاش ڪٽيل آهن
۽ ڌرتيءَ جي سيني تي ڦاسي ڪاٺ جي لڪ ٽنگيل بيٺا جي
لڙهه آهي، اهڙي وقت ۽ مهل ۾ اسان کي همت
سرمين ۽ ڪاسي جي سٽين هٿ ڪڙي گهر جي ۽ ماڻهن پوري
جي حلاڪي ٻچن واتن تاريخ جي سوڀيل ڏيهواري
پوري ڪرڻ کپي، اسان کي همت ۽ جرئت ۽ پنهنجي عوامي
ساڃاه سان هن سرزمين جي عظمت جو جهنڊو دنيا جي سڀ
کان مٿاهين چوٽي تي کوڙڻو آهي - هي سنڌ اهائي آهي
جنهن جي آزادي جهنڊي جي اڏام اڀ سان ٽڪرائبي
هئي، اسان جي عظيم سورمن جي سنڌ، ڏاهر ۽
دودي جي سنڌ، نندي ڪنڍ پيڪٽ ۽ درياخان جي
سنڌ، موتو ۽ محمود جي سنڌ، شهيد پاڳاري ۽ مخدوم
بلاول جي سنڌ، سارنگ ۽ حاسي جي سنڌ، حيدر
سنائي ۽ لطيف جي سنڌ، خليفي نبي بخش ۽ جمل
جي سنڌ، هوشو ۽ هيموت جي سنڌ، عبيدالله
سنڌي ۽ شهيد الله بخش جي سنڌ، حيدر بخش جتوئي
۽ سچل جي سنڌ، ويڙهي ڪولهي ۽ گمنام شهيدن
جي سنڌ، اسان جي معصوم ۽ سادي قوم جي سنڌ
جي سينڌ ۾ سينڌوري بدران ڌاڙين جي ڪاهي آيل ڪٽڪ
۽ لوڌ جي اڏايل ڌوڙ ۽ دز پيل آهي.

اڄ هي سنڌ جي هٿن ۾ هٿڪڙيون ۽ پيرن
۾ پيڙهيون ۽ جسم ۾ زنجير پيل آهن. جنهن جي جسم
کي وڍيندڙ ڏاڙهيا ڳجهون پوتي پوتي ڪري پٽي کائي
رهيون آهن، انهن ڳجهين کي تڙي ڏيڻي سنڌ جي
گهايل بدن کي ملم پٽي به اسان کي ئي ڪرڻي آهي، اسان کي
پنهنجي منزل ۽ سڳ جي واڳ هن پوت جي ڀاڳين جي
هٿن ۾ ڏيڻي آهي ته پوءِ هر ڪنهن جي اکين ۾

اسانکي سنڌ جي تاريخي تسلسل کي سنڌي قوم
کي واپس ورائي ڏيڻو آهي. ۽ نئين سنڌ جي اتهاس
کي جوڙڻ لاءِ جدوجهد ڪرڻي آهي.

اسان سنڌي ۽ بلوچ غلام قومن کي بيوقوف
بنائڻ لاءِ ڪڏهن پاڪستان جي نالي ۾ ته ڪڏهن اسلام
جي آڙ ۾، ڪڏهن مذهب جي اوٽ ۾ ته ڪڏهن
ڪلمي گو جي ڀائپي سان ڦريو، لٽيو ٿو وڃي. ۽ جڏهن
اهي ڦرين جا حربا سنڌين سمجهي ڪري ورتا آهن
ته هاڻي وري نفرت سان اسان جي ذلت بهلائي
وقتي طور وندرائي جمهوريت جي چاشنيءَ سان
وندرايو ۽ ڀلايو پيو وڃي.

در اصل جمهوري طرز حڪومت يا طريقه ڪار
هڪ سٺو اصول آهي، پر پنجابي ان جا دشمن بڻجي
ڪري ان کي صحيح طور رائج ڪرڻ ۽ هلائڻ نٿا ڏين

٢٣- مارچ تي سنڌي ڪنڊ جي مسلمانن گڏجي
مسلمانن جي آزاد رياست جو مطالبو ڪيو هو، جيئن
مسلمان انگريزن جي غلامي مان نڪري آزاد فضا
۾ ساهه کڻي سگهن. ڪين جمهوري ۽ سياسي آزادي
حاصل هجي پر ائين ڪو نه ٿيو.

پاڪستان جي ٺهڻ کانپوءِ اڪثر حڪومت جمهوريت
جي نالي پئي ورتو آهي، پر انهيءَ ساري عرصي ۾
هتي سنڌين جي جداگانه قوم ۽ سنڌ جي جدا حيثيت ۽ وجود
واري پرچار ۽ گفتگو ڪرڻ کي به برداشت نه ڪيو
آهي، جنهن حڪومت ۾ اظهار راءِ ۽ ان جي پرچار
جي اجازت نه هجي اها ڪهڙي طرح سان جمهوري حڪومت
سڏجي سگهي.

جناح جي زندگي ۾ ڪيئن غلط قدم پاڪستان
۾ جمهوريت جي مستقبل کي تاريخ بنائي ڇڏيو ۽

پاڪستان جي عوام اڄ ڏينهن تائين صحيح جمهوري نظام جي هڪ ڏينهن به ڏسي نه سگهي آهي.

پاڪستان جي تاريخ جي مٿي عرصي ملڪ تي فوج جو قبضو رهيو آهي.

مرڪز ۾ پنجاب کي ٤٤٢ سيٽون ۽ سيٽون مليل آهن. سنڌ کي ايڪيهه سيٽون، سرحد کي ١٣- سيٽون ۽ بلوچستان کي ٣- سيٽون.

هاڻي جيڪڏهن جمهوريت جي ڳالهه ڪنداسين اليڪشن جي ذريعي پاڻ چونڊائڻ ۾ اچون تڏهن به اڪثريت هڪڙي صوبي جي هوندي يعني پنجاب جي بالادستي تحت ڪري پهريان سنڌو ديش ٿاهي پنجابي سامراج کان آزادي حاصل ڪرڻي آهي پوءِ جمهوريت کي آڻڻو آهي.

سڄي ملڪ جي ماڻهن کي خبر هوندي ته ١٩٧٣ع ۾ سنڌ اسيمبلي ۾ ٦٢ ميمبرن مان ٥ ميمبرن اڪثريت سان سنڌي ٻولي کي قومي ٻولي جو درجو ڏيڻ لاءِ بل پاس ڪيو، ليڪن صرف ١١- ميمبرن جيڪي غير سنڌي هئا تن اعتراض ڪيو ته فورًا انهن کي راضي رکڻ لاءِ وفاقي اسيمبلي مداخلت ڪري اهو پاس ٿيل بل ختم ڪرائي ڇڏيو ۽ اڪثريت کي ڪابه اهميت نه ڏني، رڳو مستقل مفاد کي برقرار رکڻ لاءِ اردو کي مڙهيو ويو.

غلام قومن جي غلامي جو علاج اليڪشن ۽ جمهوريت نه هوندي پر انهن جي آزادي ئي غلامي جو علاج هوندي آهي.

روس جي عظيم انسان ٽالسٽاءِ جي لفظن ۾ چوندس ته "جيڪڏهن قيدين کي پنهنجي وقت سان پنهنجو جيل چونڊڻ جو اختيار ملي وڃي ته انسان اهي آزاد نه ٿي ويندا."

سنڌي هميشه غلام ۽ قيدي آهي، سنڌ کي ڌرتي
جون تلاشيون ورتيون پيون وڃن ۽ هر ڇهه پيه
تي فوجي جيئا ڪٺي نظربندي ٿي. جيڪڏهن اهي به
ووٽ ڏيئي ڪنهن کي چونڊيندا ته غلامي مان آزاد
نٿا ٿي سگهن.

اسان کي ننڍن جنگين کي نظر ۾ رکي وڏي جنگ
وڙهڻ جي تياري ڪرڻي آهي، جمهوري يا طبقاتي
مسئلا سطحي آهن، بقول ڀٽائي جي ته.

مار مطيعن کي مجوسي ڪسي مار،
وڏي جنگ ۾ وسار، ننڍيات نفعو ناهي ڪو.

اسان کي پهريائين آزادي وٺڻي آهي، پوءِ آهي
ان ۾ نظام جو نفاذ، دراصل سنڌ آزاديءَ جي دروازي
تي اچي پهتي آهي، هاڻي صرف ان بند ٿيل دروازي
کي ڪو لت آهي- پوءِ هلي اندر اوچي حال ۾ پهچي
مگر ان اوچي هال جي سجاوٽ ۽ سينگار ڪهڙو هوندو
ان لاءِ اسان کي هُئي سوچڻو پوندو.

پهريائين آهي آزادي پوءِ آهي ان ۾ معاشي
پروگرام کي آڻڻ ۽ نافذ ڪرڻ جيڪڏهن پنهنجي
گهر ڪنهن غير جي قبضي ۾ هجي ته اول ۾ اهو
قبضو ڇڏرائي پوءِ ان کي سامان سان سينگاري سنواري
آهي.

ڪامريڊ لينن سچ چيو آهي ته جيڪو ماڻهو قومي
ظلم ۽ ڏاڍائي خلاف نٿو وڙهي، اهو سوشلسٽ ته
نهي پر ڪو جمهوريت پسند به نه آهي.

اڄڪلهه سنڌي ماڻهن کي حق گهرڻ جي عيوض
گوليون هنيون ٿيون وڃن، مطالبا ڪرڻ تي مٿن مشين گن
سان اڻ ڌڻ فائرنگ سان سينا پيا وڍيا ٿا وڃن.

گذارشون ۽ اپيلون ڪندا اسون، ۽ هنن جو به حق ۽ فرض آهي ته اسان جي هر طرح مدد ڪن، اسان کي غلامي مان آجو ڪرائڻ ۾ هو. حق بجانب آهن ته ڀارت جي حڪومت تي دٻاءُ وجهن جيئن هو اسان کي انساني بنيادن تي مدد ڏئي.

جيئن ته سنڌي جدا قوم آهن، ڀارت جا سنڌي هندو انهي قوم جو جزو آهن. هو سنڌي ڳالهائن ٿا. سنڌي پڙهن ٿا، سنڌي لکن ٿا. زبان هڪ آهي ڌرتي هڪ آهي، تاريخ هڪ آهي، ڪلچر هڪ آهي لطيف هڪ آهي. ڪنور ڀڳت هڪ آهي. هيمون هڪ آهي. هوشو هڪ آهي، قومي شاعر هڪ آهي. قومي هيرا هڪ آهن.

قومي مفاد به مشترڪ آهن، تنهنڪري ڏک سور به هڪ آهن، سو اتان جي سنڌين ڀڳوان ڏي آچاريه جي قيادت ۾ هڪ جلوس ڪڍي سنڌ جي ڀاڻ ساڻ يڪجهتي جو اظهار ڪيو ته ڪهڙي اربع خطا ٿي-؟

جهڙي طرح اوڀر بنگال جي استحصال ۽ ظلم کي ڏسندي اولهه بنگال جي هندن جي مرضي کي مدنظر رکندي ڀارت بنگلاديش ٺهرائڻ ۾ دلچسپي ورتي.

اهڙيءَ طرح جيڪڏهن غير سنڌين ۽ سنڌين جي وچ ۾ بنيادي تضاد آهن، ته سنڌ جا لڏي ويل هندو پنهنجي حڪومت تي دٻاءُ وجهن ته ڀارت سنڌين جي مدد لاءِ اچي ڪتڙو ٿو ٿئي ته ان ۾ ڪهڙو ڏوهه آهي. پاڪستاني حڪمران آمريڪي جهڙي سامراجي ملڪ کان مفت هٿيار وٺي اسان تي استعمال ڪن ٿا ته ان تي ڪير به شرم محسوس نٿا ڪن ـــ !!

هر هڪ قوم کي حق خودداري آهي، سنڌي

به حق بجانب آهن ته هو ڏکئي وقت ۾ ڪنهن کان
مدد وٺي سگهن ٿا.

ڀارت کان سفارتي، جاني، فوجي ۽ ڪابه مدد
وٺڻ ڪو گناهه ڪونهي ڇاڪاڻ ته ڀارت جمهوري سيڪيولر
قومي، سوشلسٽ حڪومت جي قيام ۾ ٿي مڃي آهي.

سنڌين جا به اهڙي ئي طرح حڪومت قائم
ڪرڻ جا مقصد آهن، تنهنڪري اسان هڪ ٻئي کي مدد
ڏيڻ لاءِ حق بجانب رهنداسون.

تازو ڀارت جي هڪ سنڌي ليکڪا پوپٽي
هيرانندڻيءَ جو ڪتاب جيل ۾ پڙهيم، جنهن لکيو آهي
ته ”آءٌ ماءُ ٺي آهيان وطن کان پري، ابا سڪو منهنجي
ملڻ لاءِ سڪي رهي آهي“. اسان کيس يقين ساڻ چئون
ٿا ته هڪ ڏينهن ماءُ کي پنهنجي ملڻ ضرور آڻينداسون
اڳوڻي ماءُ کي عمر ڪو ٿان ڪٽي ويو ته مالڪ ساڻ
ڏيئه لڌس.

جنهن ماءُ ٻار ٻي پنهنجا حال ئي هيٺ ڪري
ڇڏيا. ليڪن اسان پنهنجي ماءُ (پوپٽي) کي ڪڏهن
به وساري نٿا سگهون. انهيءَ ڏينهن سنڌي ڀارت
کي آزاد سنڌ وديش ۾ آڻڻ، جنهن ڌرتي جي تحسين
۽ ڦٽي سونهن ۽ خوشحالي لاءِ خدمت جو موقعو
ڏيارينداسون.

اسان کي هندستان جي سچن ۽ قوم پرستن سنڌي
ڀارت جي مدد جي ضرورت آهي.

اسان کي پڪ آهي ته هو جڏهن هتي ايندا
ته استحصال نه پر سنڌ کي خوشحال ڪندا. تنهنڪري
اسان کين سيڪيولرازم تحت قبول ڪري ڏاهيل حڪومت
۾ حصيدار ڪنداسون.

اسان کي آزادي جي لاءِ حالتن پيدا ٿيڻ تائين
انتظار ناهي ڪرڻو، اهڙيون حالتون خود پيدا ڪرڻيون
آهن، حالتن جي تيار ٿيڻ جو ويهي انتظار ڪرڻ اسان جي واٽ
۾ نه ڪرندو، پر ان لاءِ راهه هموار ڪرڻ ۽ وقت جو
تعين پاڻ ڪرڻو پوندو.

آزادي ۽ ڏاڍ جا مفهوم، جنهن وقت هٿيارن
۾ هجن ۽ جهنڊا آهن ته پوءِ ڪير دنيا جي موذي
طاقت ۾ جهڪائي نه سگهندي آ.

آئون ان خيال جو آهيان ته ذهني تياري آزادي
جو واحد ذريعو ناهي، دلي جرئت ۽ بهادري جي ضرورت
آهي. فلسفو عملي قوت ۽ طاقت جي اظهار کانسواءِ
ڪجهه به ناهي.

اڪثر ڪري جڏهن قومون طاقت حاصل ڪري وٺنديون
آهن ته ذهن جون راهون خود بخود ڪشاديون ٿيڻ
شروع ٿينديون آهن.

آزادي بزدل ۽ ڪانئر لاءِ ناهي پر انهن لاءِ
جي مرڪندي سوريءَ تي چڙهن ۽ ان وقت اکين
تي پٽي ٻڌڻ کان به انڪار ڪن.

هڪ ڀيرو اسان کي سمجهڻ گهرجي ته ميدان جنگ
۾ سوين بزدلن کان هڪڙو سورهيه وڌيڪ بهتر
ٿي سگهي ٿو، تنهنڪري بيڪار ۽ بزدل، گهڻائي ڪري
گڏ ڪرڻ بجاءِ ٿورن بهادرن ۽ سچن سرويچن کي ڪٺو
ڪرڻ سٺو آهي. بيباڪ ڪارڪن ئي نيائي سگهندا.

سوريءَ سڏ ٿئي، ڪا هلندي جيڏيون،
وڃڻ تن پيو، نالو نينهن کڻن جي،

اسان کي هميشه هڪ اهڙي تنظيم جي ضرورت
آهي جيڪا دشمن جي پيداواري ذريعن کي

۱۵

ختم ۽ تباهه ڪري.

اها مخفي جماعت مسلح جدوجهد تي يقين رکندڙ هجي، انهي تحت سنڌي جي ڌرتيءَ ڪارڪن کي گڏ ڪري سکيا ڏياري. دشمن کي تنگ ۽ تباهه ڪري، ٻاهرين طاقتن جي مدد وٺي پاڪستان کي ڏاهڻ آهي.

هينئر سنڌين ۽ بلوچن کي گڏ جنگ لڙندو جيئن ته سنڌ ۽ بلوچستان جو مقدر هڪ آهي.

هاڻي پنجابي سنڌين ۽ بلوچن جي زمين ۽ کاڻين تي گهڻي وقت تائين قبضو جمائي نٿا سگهن.

اسان کي جيڪا زبردست ملي ويئي هو تنظيم ٺاهڻي پوندي انهي ۾ هر ڪارڪن کان حيثيت قسم نامو وٺي سان صحيح ڪرائڻو پوندو.

آءٌ پنهنجي خوشي ۽ مرضي سان پاڻ کي سنڌو ديش لاءِ قربان ڪريان ٿو، ۽ واعدو ڪريان ٿو ته منهنجي زندگي وطن عزيز جي آزادي لاءِ نثار ٿيندي.

مان پنهنجي زندگي خطري ۾ وجهي، ٻين ڀاري طاقت سان سنڌو ديش جي آزادي جي جدوجهد لاءِ ڪم ڪندس، مون کي قسم آهي، سنڌ جي پاڪ زمين، سنڌو جي پاڻي جو ته آءٌ ڌرتي جي خدمت ڪرڻ ۾ پنهنجي لاءِ ڪنهن کان ذاتي فائدو ڪونه وٺندس. آئون سنڌي آ هيان، آخر به سنڌي ئي رهندس. سڀني سنڌين کي مسلمان يا غير مسلم هجن پنهنجو ڀاءُ ڀيڻ ڪري سمجهندس، آئون سامراجي ملڪ پاڪستان کي ڏاهي سنڌو ديش ٺاهڻ لاءِ سر ڌڙ جي بازي لڳائيندس.

آئون نيشنلزم، جمهوريت، سوشلزم ۽ سيڪيولرزم جي اصول ۾ ايمان رکان ٿو، سنڌو ديش جي آزادي لاءِ هر قرباني ڏيڻ لاءِ تيار رهندس.

اسان هاڻي هڪ اهڙي مرحلي ۾ پهتا آهيون

تيئن اڄوڪو سائنسدان چاهي ته آسمان مان تارا ڇني
ڌرتي تي آڻي سگهي ٿو.

جذبي ۽ سچائيءَ جهڙا متحرڪ شيون آهن پر جڏهن
۽ عمل انهن کي متحرڪ بڻائي ٿو ڇڏي، جنهن سچائيءَ
۽ جذبي کي عمل ڪو ناهي، جنهن پر ناهي اهو ڪڏهن به
فاتح بڻجي نٿو سگهي.

جن ماڻهن وٽ جذبي ۽ سچائيءَ سان گڏ عمل
هئو، انهيءَ اڄ دنيا تي فتح حاصل ڪيون ويٺا آهن.
۽ جن وٽ جذبو ۽ سچائي ته آهي پر عمل ڪونهي
اهي ڌرتي تي رهندي انساني دلين تائين به پهچي
نٿا سگهن - دلين ته پري رهيون پر ماڻهو ڪن جي
آسين تائين به پهچي نٿا سگهن.

اسان وٽ منزل تي پهچڻ جي سوچ اها
هئڻ کپي ته جيڪو قدم اڳتي وڌي اهو وڌندو رهي
پٺتي نه هٽي، هن شعر وانگر ته هئو

سؤ سر ڏيئي، وک وڃي نه مڪتري.

هڪ قدم يا هڪ وک جي قيمت ڪيتي سؤ سر
ڇونه هجي پر ۽ ته اها وک سهانگي ۽ سستي آهي، مقصد
ماڻهن جي اهو تصور اسان وٽ آهي ته پوري آزادي
به ڏکي ناهي.

قدم قدم وڌايون ته هل،
خوشيءَ جا گيت ڳايون ته هلي،
هي زندگي آ فقط جي،
ٿو ته قوم لئي لٽايون هلي.

اسان سنڌي ماڻهن کي مستقبل جي اڪيڪ ڦراڪيون
وجهي اڳتي وڌڻ کپي ۽ وڌندو رهڻ گهرجي. ان ۾
ئي جيت آهي.

موت کي ميلينج ڏيئي سنڌ سان وفادار

ٿيو جو ته سقراط اهو سمجهيو ته پيءُ ته زهر جو وٽو
سندس زندگي جو ست، موت جي هٿ ۾ ڏيئي
ڇڏيندو، ان هوندي به سچائي جي جذبي تحت هن
زهر کي شربت سمجهي پنهنجي وجود اندر اوتي ڇڏيو.

يسوع مسيح کي خبر هئي ته ماڻهن سان پيار جي
ڏوهه ۾ کيس سر عام صليب تي ٽنگي ڇڏيندا. ان
هوندي به هن پنهنجي جيون خلوص ڀريا پيار ۽ محبت
کندي موت جي حوالي ڪري ڇڏيو.

مان سمجهان ٿو ته اهو سچ هو، اهائي سچائي
هئي: ان سچائي جي جذبي ۾ مخدوم ميلاول کي گهاڻي
پيڙايو ۽ شاهه عنايت کي ڏاڍ جي دربار ۾ پنهنجي
فقيرن سان وفاداريءَ جي ڏوهه ۾ سوريءَ سوار
ڪري ڇڏيو.

پر سچ ۽ سچائي مري نه سگهيا:
سچ نه ته هن پيڙهڻ سان مري ويو نه ئي صليب
تي ٽنگجڻ سان ختم ٿي ويو ۽ نه گهاڻي ۾ پيسجڻ سان
ختم ٿيو نه سوريءَ چڙهي ختم ٿيو.
سچ کي ختم ڪرڻ وارا ختم ٿي ويا. سچ کي
مارڻ وارا مري ويا پر سچ اڄ به زنده آهي ۽ سدائين
به زنده رهندو، سچ جي گذرگاهه هميشه ڦاهي گهاٽ
واريءَ گس تان ٿيو آهي.

اسان جي سنڌ ڌرتي جيڪا هميشه کان وٺي
امن جي ڌرتي ليکي ويندي آهي، اڄ ٿي هنيش راتا
هو هُنئي ان کي ميدان جنگ ۾ تبديل ڪيو ويو آهي
سرزمين سنڌ ٿي صديون کان وٺي امن جي گيتن جنم ورتو
آهي پر هاڻي انهن امن جي گيتن کي قومي گيتن
جو روپ ڏيئي انهن کي گولين جي گونجار جي موسيقي
ڏني وئي آهي، جنهن گيتن کي ڳائيندڙ زبانون، پنڊ وڪ

جي ٺهيڪ ٺيڪ رقص ڪندڙ آڱرين جي اشارن سان پنهنجي سنڌين جي وجود کي بچائڻ جي گيتن جو سفر شروع ڪنديون.

اسان جي سنڌ ۾ نفرت کي ٻيهر گهرائي جوت ڄڻ ليڪن تہ ڏيئي پيٽڪارين ٿي رهي، اهي ڄڻ ليڪن علم جا ڪوڙا سڀ ٺيڪيدار ٿيڻ بيڪار ۽ بي معنيٰ آهن جيستائين منهنجي سنڌ، دشمن جي چنبي مان آزاد ٿي ناهي. غلام قوم لاءِ علم جو ڪو بہ اعلى سرٽيفڪيٽ ڪابہ حيثيت نٿو رکي منهنجو فيصلو آهي تہ مرڻ کان اڳ ڪجهہ ڪرڻ واري فلسفي تي عمل ڪرڻ گهرجي جيستائين اسان جون ايندڙ سنڌي ماڻهن کي پنهنجي مقدس سرحدن اندر آزاد ٿيندي ڏسي تيستائين نہ سنڌ رهڻ جي ڪوشش ڪري وڙهندو رهندس. مان تاريخ جي روشني ۾ ڏسندي ۽ تجربن جي بنياد تي ان حد تائين پهتو آهيان تہ سنڌ دشمن سان ڪنهن بہ مصلحت جي گنجائش رکڻ نہ گهرجي.

چاڪاڻ تہ دشمن سان عملي دشمني رکو، جيئن کين دشمني جو احساس ٿئي ۽ دوستن سان عملي دوستي ڪئي وڃي جيئن کين دوستي جو احساس ٿئي.

ننڍڪڙي قومي دشمن سان رعايت ۽ رحم وارو رويو رکڻ ٺيڪ ناهي.

سنڌ جي عظيم قومي مفڪر شاهہ لطيف جي چوڻ واڱر تہ:-

ڏاڍا ڏئي ڏار، ميل مٽ منهنجا نہ ٿيا،

هينئر اسان اهڙي مرحلي ۾ داخل ٿيا آهيون جو مصلحت نہ پر موت جو وقت آهي، سنڌ جي چوڻ واڱر تہ:

ڪرڻ ڪلو تہ ٿئي ميلو،

اسان ٻن مرحلن مان لنگهي آيا سون، جي هن (لطيف)
انقلابي حڪمت متہ:

ڪڏهن تنجي ڪن، ڪڏهن سنجي واٽ،
ڪڏهن تنجي پڪرو نہ ڪڏهن تنجي ڪاٺ

شاهہ.

اسان پهريان "ڪن" ۾ پيا سون، پڙهو سون، حاصل ڪيو سون ته (وائي) سنڌي ماڻهن آڏو واڪا ڪري ڪين سمجهايو سون. ان ڪانپوءِ قربانيءَ جا پڪرا ٺاهيا سون، قتڪا ڏاسون گوليون جهليون سون، ٽارچر برداشت ڪيا سون، رسيون ٽپا سون، ٻين جا شڪار ٿيا سون ۽ رت ڏيو هنجارن ۽ ليو ۾ هائي انهن مرحلن مان لنگهي، بقول لطيف جي ته آهن ۾ ڪاٽ ڪي دشمن ٽي ڪنہ ڪي ڪرڻو آهي سنڌ جي ويري کي تباهہ ڪري ڇڏڻو آهي.

آزادي جي مومل اهي ماڻيندا آهن جيڪي سر جا سانگا لاهي ميدان عمل ۾ ڪڏي ڪاهي پوندا آهن، آزادي انهن کي ئي نصيب ٿيندي آهي جيڪي سرفروش ڌرتي تان جا نثار ڪرڻ لاءِ آتا هو ستدا آهن.

آزادي جي منزل ويڌي منزل آهي، اٿي جبل جيڏا جڪر ڪين، ان لاءِ اسان کي پيا پورا ڪوشش ڪرڻي آهي، آزادي پنهنجي زنده هوندي حاصل ڪري وٺي سون ته به ٺيڪ آهي جي منزل تي انهن هلندي واٽ تي موت ملي ته به ان جي آجيان ڪري ڪيس مرڪي گلي لڳائڻو آهي.

جاڪاڻ ته آزادي حاصل ڪري وٺي سون تڏهن به فتح اسان جي جيئي ۽ جيڪڏهن سنڌ جي آزادي جي راهہ ۾ قربان ٿي ويا سون تڏهن به فتح اسان جي آهي.

آزاديءَ جي منزل تي پهچڻ لاءِ ڏونگر ڏاڍا چڙهڻا
آهن. هتي جيڪي ناتڳا ٿي پنهنجا سڀ ذاتي مفاد ڇڏي
ميدان ۾ ايندا، اهي ئي منزل کي ماڻيندا.

لاهيو ڇڏي لوڏ، سڀ ننگيون ٿي نڪرو،
(شاهه)

هن وقت اسان کي شاه لطيف جي بيت وانگر
ثابت ڪري ڏيکارڻو آهي ته:-

پتنگن پيهه ڪيو، متان پا مٿي مچ،
پسي لڳس نه لڇيا، سڙيا مٿي سچ،
ستا ڳچين ڳچ، ويچارن وڃائيا.

اسان سنڌي ماڻهن کي سمجهڻ کپي ته فتح
آڪڻ سان ڏسي پوءِ ان لاءِ ڪم ڪرڻ اسان. جيها
مقصد ته هڻڻ گهرجي پر مقصد لاءِ سڀ ڪجهه قربان ٿي
وڃڻ کي به فتح سمجهڻ گهرجي، پر ساڻ پوڻ سان
ابتدا وارين قوتون ڏرتيءَ ۾ جذب ٿي ويند يون
تيئن اسان وٽان به جيسين ڪجهه ماڻهو قربانيون
ڏيئي ڌرتي ۾ سمائجي نه ويندا، تسين پڻ ڪسي
رستو ڪين ملندو، جو اهو لعل نهرو ٺڪيو آهي ته
ته دل ڪانئرن لاءِ آزادي ناهي پر اها انهن دليرن
جي سر ويچڻ لاءِ آهي، جيڪي سوريءَ کي سيج سمجهي
ان ڏانهن وک ڏائن.

هيئن اسان جي باشعور سنڌين کي هڪ ٿي
پبلڪ سان رابطو رکڻ ٿو ڏنو وڃي يا وري سرگرم
قومي ڪارڪنن کي مختلف الزام هيٺ جيلن ۾ بند
ڪيو ٿو وڃي. ڪي سنڌ اڪابر رهيا آهن ته ڪن
تي وارنٽ جاري ڪري روپوش قرار ڏنو ويو آهي
سڄي سنڌ تي راڪاس جو راڄ آهي

اسان جي سنڌي ماڻهن کي جيڪي صدين کان پنهنجي گهر ۾ عزت ۽ غلاميءَ ۾ ذلت جي زندگي گذاري رهيا آهن، انهن مسڪين سنڌين کي اهڙيءَ حالت ۾ به ڌاريا حڪمران برداشت نٿا ڪن، ڪيئي دفعا ڪلاڪ جي نوٽيس تي گوٺ ڇڏڻ تي مجبور ڪيو ٿو وڃي.

اسان جا سوين سنڌي ڳڀرو ڌاڙيلن جي آڙ ۾ هر روز گولين جو نشانو بڻايا وڃن ٿا. انهن جي گهرن ۽ جهوپڙن، اناج جي ڪڻن کي باهيون ڏيئي ساڙيو ٿو وڃي. نه صرف ايترو پر گوٺن تي پنجابي فوج ۽ پوليس جا ڇاپا هڻي ڪري سنڌي ماڻهن جي پگهر ۽ پورهئي سان گڏ ڪيل گهر و سامان کي مال غنيمت سمجهي ڦر ٻه دستي ڪئي ٿي وڃي، جنهن ۾ سون، ٽي وي، ڪئٽ، جيڪي پيڪر يون، بيا ڊوو ۽ ڪيترا اشامل آهن، جيڪڏهن ڪو به پاڪيو گهر ڌڻي قانون نافذ ڪندڙ ايجنسي وارن سان اعتراض ڪري پنهنجو گهر و سامان ڏيڻ جي ڳالهه ڪري ٿو ته ان کي ڏوهه ڏيئي انتڪاءُ جي الزام ۾ جيل- ته ڪي جي بستين سان هميشه لاءِ ختم ڪري راهه مان هٽايو ٿو وڃي. ۽ سنڌ جي عزيزن کي ڌاڙيلن جي مالي ڪارڪن ۽ سهائتا جا ڦهلائيندڙ الزام هيٺ گرفتار ڪري ٿا ۽ جيلن ۾ ذليل ۽ خوار ڪيو ٿو وڃي، انهي انتظاميه فورس وارا سنڌين جي گهرن ۾ گهڙي عورتن جي عصمت دري ڪرڻ کان نٿا مڙن.

اهڙين دنيا داستان ته ياد نٿو جو ڪو به داد فرياد ڪونهي، جيڪڏهن ان وحشي ڪاروائين تي اسان قوميت جماعتن سنڌي آواز اٿارين ٿا ۽ انهن واقعن جي مذمت ٿا ڪريون ته اسان کي غدار

۽ سنڌي ماڻهن جي خوشحالي لاءِ سڀ ڪجهه برداشت
ڪرڻو پئجي ويو آهي. اهو وقت پري ناهي جڏهن
اسان ان پوزيشن ۾ ٿينداسين ۽ اسان به سنڌ تي
پتلون (دسوتي) لاهي چتڙن تي لڪنداسين ته
"لو اپنا پاڪستان".

حساب وياج سميت چڪائڻو آهي
"ويهاڻ ڪيئن ماٺ ڪري ايڏو سور سهي"

سنڌ دشمن طاقت جي مقابلي ۾ گوريلا هٿيار بند
انقلابي جدوجهد سان ئي ڪري سگهجي ٿو.

سنڌ جي آزادي لاءِ هٿيار بند انقلابي
هلچل کي اٽل سمجهڻ کپي.

اسان کي هڪ منظم تنظيم ناهي پنجابي
راڄ خلاف سنڌ وقدم کڻڻ کپي ۽ هن ته هٿيار
سنڌي نوجوانن کي چڪي آڻي صفت ۾ بيهارڻ جي.
جيڪڏهن اسان وقت سان ائين نه ڪيو ته پوءِ دشمن
مختلف چالن سان اسان جي قومي تحريڪ جو آهستي
آهستي اثر ختم ڪرائي، قومي ڪشش کي تعصبات پيدا ڪندو
اسان کي وقت به وقت پنهنجو حڪمت عمليون تبديل
ڪري دشمن کي تاراڳيت بنائڻو آهي.

اسان هميشه تائين سنڌين تي طرحين طرحين جا
ظلم ڏسي رهيا آهيون. سنڌ تي ماتم جي لهر
ڇانيل آهي ان جي اڳرو رد عمل ڏيکارڻو آهي
سڄي سنڌ ۾ ڌارين خلاف نفرت کي تيز ڪرڻو آهي.

جڏهن دشمن بي حيائي جو مظاهرو ڪري
ته اسان کي به وسيع ظاهر ڪرڻ جي ضرورت ناهي
جنهن وقت حڪومت قوم ۾ خوف ۽ هراس پکيڙڻ
لاءِ ننگي آمريت جي ذريعي ظلم ڪري ته ان وقت

مُوٽ ۾ خدمت پسندن کي عملي قدم کڻڻ ڏيکارڻ کپي

آئون ان خيال جو آهيان ته جيڪڏهن هميشه به اسان مسلح جدوجهد جي شروعات ڪرڻ ۾ دير ڪئي ويئي اسان جي قومي تحريڪ تمام گهڻو پوئتي پئجي ويندي، تڏهن ٿي ويندي هونئن به تحريڪن کي گرفتاريون، سزائون ۽ روپوشيون، سستي ڪري ڇڏينديون آهن ۽ پوءِ ته عمل نه هئڻ ڪري، ڪارڪن جا ذهن واندا هوندا جيڪي مختلف گروهه بندي واري سوچ کي جنم ڏيندا.

پارٽي ۾ معتبري وارو مرڪز ڪاهي پوندو هڪ ٻئي کي نه سهڻ وارو جڪڙ وڌندو ويندو، ڪيترائي ساٿي قومي فڪر مايوس ٿي ويندا. قومي تحريڪ سان تعلق ٽٽندا ويندا. غلط فهميون پيدا ٿينديون.

آزاد خيالي ۽ ڇڙواڳي ڪارڪنن ۾ پيدا ٿيندي هڪ ٻئي تي شڪ شبها وڌي ويندا، هرڪو ٻئي متي پوليس جي مخبر هئڻ جو شڪ ڪرڻ لڳندو، باهمي اعتماد ۽ ڀروسو ختم ٿي ويندو، ڪن کي ذاتي فائدي لاءِ استعمال ڪرڻ جون شڪايتون وڌنديون ڪي شخص پنهنجي ذاتي ملڪيت ٺاهڻ لاءِ ڪي غلط طريقا اختيار ڪري ڏاڍ ۽ ڦرڻ تي لهي پوندا ان ڪري پبلڪ جو ويساهه به ختم ٿيندو ويندو، ورڪرن ۾ چندا پٽڻ شروع ٿيڻ جا امڪان وڌندا، ڪي غداري ڪرڻ ۾ دير نه ڪندا، مايوسي ۽ فراريت پانئجي ويندي.

تنهنڪري انهن مرضن کان تنظيم کي بچائڻ لاءِ ۽ سنڌي قوم کي آزادي وٺي ڏيڻ لاءِ عملي جدوجهد کي مسلح طرح تيز ڪري ڇڏجي. وڙهڻ سان ئي پنهنجي صفن ۾ اتحاد قائم رهندو. ان ڪري وڙهڻ

جاڳائڻ ۽ مسلح جنگ جي تيارين تي تمام گهڻي توجهه ڏني ويندي آهي.

دشمن سان وڙهڻ لاءِ ٻه طريقا آهن. وڏي محاذ سان دشمن کي ڌڪو ڏيڻ، هٿيار استعمال ڪرڻ جا طريقا ۽ وڙهڻ جي منصوبه بندي ڪرڻي پوندي. انسان جي سگهه نظرياتي جدوجهد ۽ انقلابي تنظيم جي بنياد کي مضبوط ۽ مستحڪم ڪندي. انسان پنهنجي مرحلن مان لنگهي آيا آهيون.

پهرين مرحلي ۾ تنظيمي پرچار ڪرڻ، جنهن ۾ پنهنجي سياسي مقصد پبلڪ کي پڌرائڻ جيئن قوم کي پاڻ سان ملائي سگهجي، يعني ذهن صاف (BRAINWASH) ڪرڻ، ان لاءِ ماڻهن جي جائداد وغيره کي ٽارگيٽ ۽ نشانو نه بڻايو ويندو آهي.
پر ماڻهن جي ذهنن کي ٽارگيٽ بڻايو وڃي ٿو
پهرين مرحلي دوران انقلابي پارٽي سياسي ڪارروايون $\frac{2}{3}$ اندروني طور تي هونديون آهن. ۽ $\frac{1}{3}$ ظاهري ڪارروايون ڪيون وينديون آهن. ٻيو مرحلو آرگنائيزيشن تنظيم ڪرڻ، هڪ انقلابي پارٽي جي مقصد جي پرچار ٿيڻ کانپوءِ جڏهن عام حمايتي پيدا ٿي ويندا آهن ته پوءِ مختلف، سيلن يونٽن جي ذريعي تنظيم آرگنائيزيشن ڪئي ويندي آهي، جنهن مطابق منظم ٿي اڳتي قدم وڌايو ويندو آهي.

مثال طور A، B ۽ C يونٽ ٺاهيا ويندا آهن A يونٽ شهر ۾ هوندو آهي جنهن جو ڪم نوان ماڻهو پيدا ڪرڻ ۽ پرچار ڪرڻ ۽ انهي تي ڪيل ماڻهو (B) سيل کي موڪلڻ ۽ پوءِ (B) سيل ۽ (C) سيل جو ڪم عام ضرورتون پوريون ڪرڻ جيئن راشن دوائون وغيره مهيا ڪرڻ ۽ سياسي مقصد جي پرچار ڪرڻ

هن يونٽ جي وڏي اهميت ۾ ضرورت هوندي آهي
(B-unites) بي يونٽ (A-unites) اي يونٽ کان نوان
ڀرتي ڪيل رنگ روٽن کي سکيا ڏيڻ ۾ تيار ڪرڻ کان پوءِ
سي "C" يونٽ کي موڪلي ڏيڻ، سي يونٽ ڇهنگن
۾ هوندو آهي. ۽ وقتي طور تي فائيٽ ڊڪار واريون
به ڪندو آهي. جنهن لاءِ وقت ضرورت C- يونٽ
کان ترتيب ماڻهن جي مدد وٺي سگهي ٿي. هن يونٽ
۾ هڪ پلاٽون ماڻهو رهندا آهن.

C- سي يونٽ خفيه ڇهنگن ۾ هوندو آهي
هي يونٽ B- يونٽ کان تيار انقلابي ماڻهو وٺي انهن
جي باقائده ترتيب ۾ سنڀال ڪندو آهي ۾ هن يونٽ
جي ڪم صرف ورهڻ هوندو آهي، وٽن هر ماڻهو
مارڻ جي وڙهڻ جي صورت ۾ B- يونٽ کان ٻيا ماڻهو
وٺندو آهي. هڪ ڪميٽي ۾ ٽيٽاليهه ماڻهو هوندا
آهن. وقت ضرورت لاءِ B- يونٽ کي پنهنجا ماڻهو
ڏيندو آهي.

ٻه چار ۾ آرگنائيزيشن جي هر حلقي کان پوءِ تيار
وارو مرحلو ايندو آهي. جنهن ۾ هر قسم جي تياري
ڪئي ويندي آهي. مثال هٿيار، مختلف هٿيار، بارود
جمع ڪرڻ، راشن گڏ ڪرڻ، چاندي ۽ سون گڏ
ڪرڻ، هٿيارن جي ماڻهن کي سکيا ڏيڻ، بارود جي
استعمال جي ترتيب ۾ مڪمل سياسي ترتيب ڏيارڻ
تياري کان پوءِ ڪجهه تيار شده پنهنجن ماڻهن کي
مختلف سرڪاري ادارن ۾ موڪلي ڇڏيو آهي جن
جي ذريعي حڪام جي چاپ ايندڙ پروگرام جي
معلومات آسانيءَ سان حاصل ڪري سگهبي آهي
يعني ته ڦتار ٿيندڙ انقلابي ساٿين کي به بچائي
۽ آزادي ڪرائي سگهبي آهي.

مسلح جدوجهد ۾ اٿين ٿا تہ ٿيندو آهي تہ پرچار
آرگنائيزيشن ۽ تياري واري مرحلي پوري ٿي وڃڻ
کانپوءِ بہ ڏسبو آهي تہ ڪي دشمن جا چالاڪ ڇاڙتا
۽ پنهنجا ماڻهو مخالفت ڪن ٿا ۽ رڪاوٽ بڻجن ٿا تہ انهن
مان چي تبدي ڪجهه ماڻهن کي سخت ۽ انوکي سزا ڏيڻي
ويندي آهي، يعني دهشت گردي ڪئي ويندي آهي
جيئن ماڻهو، مخالفت ڇڏي ڏين ۽ ٻيا ڪنهن مطمئن
ٿيڻ ۽ سوال ڪرڻ جي انقلابين جي ڳالهہ کي محبت ۽ مخالفت
ختم ڪن ۽ حڪومت جو ساٿ بہ ڇڏي ڏين.

پوليس ۽ حڪومت جي مخبرن ۽ چغلخورن کي بہ
ڌمڪايو ۽ خبردار ڪيو ويندو آهي تہ جيڪڏهن
هو مخبري نہ ڇڏيندا تہ کين بہ ائين ئي ٻجي دردي
سان ماريو ويندو يا ڪا عبرتناڪ قسم جي سزا ڏني
ويندي.

اهڙيءَ طرح هلڪي پيماني تي دهشتگردي جي ذريعي
پبلڪ کي پاڻ سان ملايو ويندو آهي.

مثال طور:- ڪنهن حڪومت جي چمچي يا ساٿاريءَ
کي مارڻ قتل ڪرڻ جو وقت تي لٽڪايو ويندو
يا مس ڦ ماري ڇڏڻ ۽ ان قتل بابت تفصيل لکي ڇڏي
وڃڻ تہ هي قتل ڇو ڪيو ويو؟

بغاوت جي پهرين مرحلي. جنهن جي دوران
$\frac{1}{3}$ انقلابي ڪارروايون ظاهر ڪيون وينديون آهن ۽ $\frac{2}{3}$
اندروني طرح ڪارروايون ڪيون وينديون آهن.

راءِ عام هموار ڪرڻ وڃڻ يعني اڪثريت عوام
جي حمايتي ٿي وڃڻ کانپوءِ هٿيار بند جدوجهد ڪئي
ويندي آهي. پر ڪڏهن ڪڏهن پرچار ڪرڻ جي
دوران بہ هٿيار بند جدوجهد ڪئي ويندي آهي
اهي ٻئي هڪ ٻئي لاءِ لازم ملزوم آهن. هٿيار بند

جد و جهد جي دوران به ڪجهه ڪجهه نظرياتي پرچار هلندو رهندو آهي.

مسلح جنگ جي هڪ ماهر جو اهو چوڻ آهي ته جيڏهن پرچار جو مرحلو اهڙي ڏاڪي تي پهچي وڃي جو پبلڪ خالي تقريرون ٻڌڻ پسند نه ڪري ۽ اڳتي نه وڌي سگهي ته پوءِ هٿيار بند جد و جهد شروع ڪري ڏجي، جيڪڏهن دير ڪئي ويئي ته پنهنجو نقصان ٿي پوندو، جو ته عوام جون همدرديون ختم ٿينديون وينديون ان ڪري بنا دير گوريلا لڙائي ڪرڻ گهرجي.

گوريلا لڙائي ذريعي آخري سياسي مقصد حاصل نه ٿي سگهندو آهي پر دشمن کي صرف پريشان ۽ ڪمزور ڪري سگهبو آهي.

جڏهن ڏسجي ته گوريلا لڙائي ذريعي عوام اسان ڏانهن مائل آ ۽ دشمن پريشان ۽ ڪمزور ٿي ويو آهي ته انقلابي اڳواڻ مائوزي تنگ جي چوڻ مطابق هيٺيان ٽي طريقا آهن جن جي ذريعي آزادي وٺي سگهجي ٿي.

1. سڀ کان بهترين ۽ سنئون طريقو دو بدو جنگ ڪرڻ جو آهي، جنهن جي ذريعي سڌي نموني آزادي حاصل ڪري سگهجي ٿي.

جنهن لاءِ پهريان ته جيڪڏهن گهڻي تعداد ۾ پنهنجا تربيت ورتل ماڻهو تيار هجن ته پاڻ آمهون سامهون آرمي سان مقابلو ڪرڻ گهرجي. ٻي صورت ۾ ڪنهن ملڪ جي مدد سان ان ملڪ جي آرمي کي دشمن جي آرمي سان دو بدو جنگ ڪرائڻ گهرجي.

2. جيڪڏهن دو بدو جنگ جي طاقت پاڻ ۾

ته سمجهيو ويو دشمن جي مٿان دهشت ۽ دٻاءُ رکندي
ڳالهين تي مجبور ڪرڻ گهرجي جنهن جي ذريعي آزادي
حاصل ٿي سگهي ٿي.

٣ جيڪڏهن ڳالهين جي ذريعي به مقصد حاصل نه
ٿئي ته پوءِ سول وار يعني ڳوٺن مان ماڻهن کي وڙهي
شهرن ۾ مورچن تي آڻڻ گهرجي.
جيئن ڪاروبار، ڏنڊا ۽ شهرين تي ورچ، مورچ
رستا جام ڪيا وڃن.
انقلابي جو عالم به پاڻ تي ورچي. اهڙي طرح
اهو آخري طريقو آهي جنهن جي ذريعي آزادي
حاصل ڪري سگهجي ٿي.
مسلح جدوجهد ۾ هڪ طريقو ايڪشن پروپيگنڊا
جو به هوندو آهي.
هن قسم جي پروپيگنڊا لاءِ حريت پسندن کي
عوام جي حمايت ۽ ساٿ جي سخت ضرورت هوندي
آهي ان لاءِ عوام ساڻ ملي سندن ذاتي ڪمن ڪارن ۾
ڪم ڪرڻ گهرجي آهي جيئن سندن حمايت حاصل ٿي
سگهي، اهڙي طرح به هٿيار بند جنگ ٿي سگهجي ٿي.
ٻيو طريقو آهي آرمڊ پروپيگنڊا، هن قسم جي
پروپيگنڊا دهشت گردي، اغوا، قتل ۽ ڌمڪين سان
ڦهلائي سگهجي ٿي، جيڪا عوام کي پسند هوندي آهي.
پر اهو هڪ سوچڻ جهڙي نقطو آهي، ڇاڪاڻ
ته عوام خالي تقريرون ٻڌي ٻڌي ۽ پوءِ صرف
تقريرون ٻڌڻ پسند نه ڪندو آهي. اسان جو ڪم
صرف تقريرون ڪرڻ ناهي جو ته خالي تقريرون
ٻڌڻ اڄ ڪو به پسند نٿو ڪري، تنهنڪري اسان کي
پنهنجي قومي نعري کي سنڌي قوم سان ملائي
هلڻ گهرجي.

ڌمڪاءُ ذريعي پڙ و پيگنڊا جي پڻ چار پرپس ۾
اخبار، بوڪ ليٽس، والپوسٽر، چاڪنگ گجهي ريڊيو
اسٽيشن يا ٽي وي وغيره.

مسلح جدوجهد دوران حريت پسند نوجوانن
۽ قومي غيرت رکندڙ هر ڏک کي آساني سان جهلي پيا ڪرڻ
لاءِ ڪوَر اسٽوري (Cover story) ۾ رهڻ ڪيئي ڪوَر
اسٽوري معنيٰ پنهنجي ذات ۽ نالو يا ڌنڌي کي لڪائي
ڪم ڪرڻ يا ڪنهن اهم ڪم سان وڃڻ کي ڪم چئبو
آهي.

مثال طور ڪو ڪارڪن پيشور ڊاڪٽر يا سند يافته
ايم. بي. بي. ايس ناهي پر لڪ جي لحاظ کان حريت
پسندن جو سامان کڻي وڃي رهيو آهي يا ڪلينڪ
کولي اٿس، ۽ ان جي بيان ڪرڻ يا ٻڌائڻ کي ڪوَر
اسٽوري چئبو آهي.

نه بيت يافته مجاهد کي نالو اهڙو ورجڻ کپي
جنهن کان گوريلو مڪمل واقف هجي، ڪور اسٽوري
جي مشق ڪرڻ گهرجي، لڪ وارو ڌنڌو ۽ نالو اهڙو
ٻڌائڻ کپي جيئن اڳيئن کي يقين ٿي سگهي، ٻئي طرف
اهڙو ڪرائڻ کپي جيئن پوءِ حقيقت سمجهي، جيئن
غلطي نه ٿئي، مثال طور ڪو نالي مان عبدالرحمٰن
مان عبدالرحيم نالو رکڻ گهرجي.

جيئن پڇائڻ وقت آساني ٿئي ۽ هٻڪ نه ٿئي، اهڙي
طرح ڌنڌو به ملندڙ جلندڙ هئڻ گهرجي، ويڙهاند
ڪندڙ کي ڪوَر اسٽوري جي سخت ضرورت پوندي
آهي، ڇاڪاڻ ته ڪيس هڪ جڳهه کان ٻي جڳهه وڃڻو
پوندو آهي، هميشه هڪ ئي مثيل نالو يا ڪوَر
اسٽوري استعمال ڪرڻ نه گهرجي، مختلف وقتن تي
تبديل ڪندو رهي، جيڪڏهن مثيل ذات ٻئي

ڪاپڊ ائين ته اُت بابت ڄاڻڻ ضروري هجي.

دنيا جي انقلابن تي مختصر روشني وجهڻ لاءِ ۽ انهن جي تخليق ڪارن جو ذڪر ڪرڻ ضروري آهي.

روس ۾ لينن ١٩١٧ع ۾ انقلاب آندو ۽ اهو انقلاب ڏهن (١٠) ڏينهن اندر مڪمل ڪيو ويو.

هي انقلاب مٿان ڪان هيئن آندو ويو، لينن جو چوڻ آهي ته جنهن خطي ۾ انقلاب آڻڻو هجي ته پهريان اتان جي حالتن جو جائزو وٺڻ گهرجي، ان ڪانپوءِ جيستائين حالتون انقلاب لاءِ نه ٺهڪن اوستائين انتظار ڪرڻ گهرجي.

جڏهن حالتون ٺيڪ ٿي وڃن ته ڏهن هڪ ترتيب يافته منظم پارٽي جي ذريعي انقلاب آڻڻ گهرجي اها تنظيم انقلاب ۾ عوام جي نمائندگي ڪندي، لينن جو چوڻ آهي ته جڏهن مٿيون طبقو هيٺين طبقي جو استحصال ڪندو آهي ته هيٺيون طبقو بغاوت ڪندو آهي جنهن ڪري ملڪ جي ڪارخانن ۽ ڪاروبار تي اثر پوندو آهي ۽ فوج جي اندر به بغاوت پيدا ٿيندي آهي ته اهڙي وقت انقلاب آڻڻ گهرجي.

دنيا جي مشهور هستي ۽ ڪميونزم جي باني ڪارل مارڪس جو چوڻ آهي ته ڪيترو به خوف وڌائڻ پوءِ به وڌائڻ گهرجي پر انقلاب ضرور آڻڻ گهرجي.

چين جي عظيم اڳواڻ مائوزي تنگ ١٩٤٨ع ۾ انقلاب آندو، مائوزي تنگ جي هڪ منظم پارٽي هئي جنهن ١٩٢٦ع کان ١٩٢٩ع تائين چيانگ ڪائي شيڪ حڪومت سان ٽاڪرو ڪيو. جيڪو لينن جي حڪم مطابق هيو، ان صلح تحت ڪم ڪندو رهيو.

مائوزي تنگ جي اڳواڻيءَ وڏن وڏن ڏيهي حڪومت ۱۹۲۷ع ۾ ڪميونسٽ پارٽيءَ تي بندش وجهي ڇڏي ۽ نه صرف بندش پر ڪميونسٽ پارٽيءَ جي ڪارڪنن ثابت ٿيڻ تي گولي هڻڻ جو آرڊر ڪڍيو ويو.

جنهن ڪري مائوزي تنگ ۱۹۲۹ع کان ۱۹۳٦ع تائين پارٽيءَ جي وجود کي بچائڻ لاءِ چائنا جي وڏن وڏن جهنگلن ۾ مرحيو رهيو جتي سندس واسطو اتان جي ڳوٺاڻن هارين سان پيو ۽ ڏٺائين ته انقلاب ۾ هاري آسانيءَ سان اڳتي وڌي سگهن ٿا، جڏهن ته لينن جو چوڻ هيو ته هاري انقلاب لاءِ ڪجهه به ڪري نٿا سگهن، پر مائو چائنا جي حالتن تي نظر وجهندي چيو ته هتي وڏا وڏا ٻيلا آهن ۽ گهڻائي هارين جي آهي، جيڪي جهنگلن ۾ اڪثريت ۾ رهن ٿا. جتي اسان جو سٺي نموني تحفظ ٿي سگهي ٿو. تنهنڪري چين جي حالتن مطابق هارين جي انقلاب کي اڳتي وڌائي سگهون ٿا.

اهڙيءَ طرح مائوزي تنگ ۱۹۳٦ع کان ۱۹۳۹ع تائين انڊر گرائونڊ ۽ زير زمين نموني ڳوٺن ۾ ڪم ڪيو ۽ ٻي جنگ عظيم ۾ وري حڪومت سان ناهه ڪيو، پاڻ ۾ متحده ٿي نازي فوجن سان چار سال قومي ۽ ملڪي بنيادن تي وڙهيا. نازي فوجن کي آزاد ٿيڻ کانپوءِ وري پاڻ ۾ مائوزي تنگ ۽ چيانگ ڪائي شيڪ جنگ ڪئي، جنهن ۾ مائوزي تنگ پوزيشن ولي ڏيندو جنگ ڪري انقلاب آندو.

مائو جو چوڻ هيو ته حالتن جو انتظار نه ڪرڻ گهرجي پر حالتون پاڻ پيدا ڪري سگهجن ٿيون.

مائوزي تنگ جهنگلن ۾ بيس (Bases) ٺاهيا ۽ پهريان جهنگلن ۽ جبلن کان انقلاب شهرن ڏانهن شروع

ڪيو، ماڻهو جيئن ته گوريلن وٽ وڏا وڏا هٿيار نه آهن
۽ گوريلن جي ڪمزوري آهي ليڪن وڏا هٿيار
نه هئڻ ڪري گوريلا هلڪا آهن، آساني سان چڙهي
پڙهي ۽ نڪري سگهن ٿا.

ڪيوبا جي انقلابي اڳواڻ فيڊرل ڪاسترو آهي ۽ هو
انقلاب ۱۹۵۹ع ۾ آيو، ڪيوبا جي بتستا ڪان ڀاشي
۽ ڪرپٽ حڪومت هئي، جنهن ڪري عوام ۾ نفرت ۽ بيچيني
پيدا ٿي چڪي هئي، فيڊرل ڪاسترو ۱۹۵۶ع ۾ ڪيوبا
جي پيپلز پارٽي جو ميمبر ٿيو، هن حڪومت جي منابين
کي ختم ڪرڻ لاءِ ڪيتي ڪوششون ڪيون پر پارٽي ۾ رهي
ڪجهه نه ڪري سگهيو. نه ئي پارٽي ۾ ڪجهه حاصل ٿي سگهيس
ايتري تائين فيڊرل ڪاسترو بتستا سرڪار تي ملڪ جي
سپريم ڪورٽ ۾ ڪيس داخل ڪيو. پر ڪورٽ مان به ڪيس
گهربل انصاف ملڻ نه پيو. ان کان پوءِ ڪاسترو ۽ سندس
ڪجهه ساٿي پارٽي مان نااميد ٿي جدا ٿي ويا.

ان دوران مسلح ٿي هنن هڪ فوجي ڇانوڻي
تي حملو ڪيو، جنهن ۾ ظاهري ته ڪين نقصان پيو
پر سياسي طور تي عوام ۾ ڪين وڏي اهميت ملي
اهڙي طرح فيڊرل ڪاسترو پنهنجي هڪ (Foco) ٺاهي
تمام نئين ٿيوري نو لي تا هي. ان جي ذريعي انقلاب آندائين
فوڪو جا ميمبر فيڊرل ڪاسترو، چي گويرا ۽ سندس
ٻه ڀائر هئا.

فيڊرل ڪاسترو جو خيال هيو ته انقلاب لاءِ
سياسي پارٽي جي ڪا به ضرورت ناهي، پيپلز سياسي
پارٽي آرمي يعني سياسي ۽ فوجي چارور اختيارات
گوريلن کي پاڻ وٽ هجڻ گهرجن.

جيئن ته سياسي پارٽي جي قيادت شهر ۾ رهندي
آهي، اهي گوريلن ۾ گهڻو وقت نه رهي سگهندا آهن

نه ڏيئي ڀهراڙين ۾ رهڻ پسند ڪندا آهن. ان ڪري ڳوٺاڻي
کي هدايتون ڏيڻ لاءِ ڪنهن شهر ۾ گهرائڻ پوندو آهي.
جيڏهن ته شهر ڳوٺاڻي لاءِ قبرستان جي مثال آهي
جاڪاڻ ته شهر ۾ اچڻ سان ڳوٺاڻي جي پوزيشن ظاهر
ٿي پوندي ۽ مارجي ويندو. ان ڪري جيتي ڳوٺاڻا
ڪهڙو به مناسب قدم سمجهي ته ٻيا ڪنهن جو ڪري
آهن ۽ هدايت جي انتظار ۾ ترسڻ بجاءِ قدم کڻي
ڇڏڻ کپن جيئن.

ڪاسترو جو چوڻ آهي ته شهرن ۾ رهندڙ سياسي
قيادت ڳوٺاڻي جي تڪليفن کان اڻواقف هوندي آهي.
جنهن ڪري هن جون مڪمل صحيح ورتون پوريون ڪري
نه سگهندا آهن ۽ ڳوٺاڻي کي يار بار شهر ۾ اچڻ
پوندو آهي.

ڊيبري ڪاسترو جي چوڻ آهي ته سياسي طور تي
به پارٽين جي ڪا به ضرورت ناهي جيئن ته اهو ڪم (Foco)
(فوڪو) ڪندو جاڪاڻ ته ايڪشن ۽ قدم کڻڻ سان آٽوميٽڪ
پارٽي پبلسٽي ۽ مشهوري ٿي ويندي. ڪاسترو جو
خيال آهي ته ويٽنام جي فتح پسند کي (Base) بنائڻ
جي ڪا به ضرورت ڪانهي. جو ته ڳوٺاڻي جو بيس (Base) سندس
پيرن (ٽنگن) ۾ آهي. فوڪو (Foco) هڪ بجلي جي چڻنگ
وانگر آهي جيڪا ڪٽيءَ ۾ پوڻ سان پنهنجي پاڻ جلدي ڦهلجي
ويندي آهي.

جيڏهن به ڪنهن ملڪ جي معاشري ۾
نابرابري، ظلم ۽ زيادتيون ورتيون ٿي هونديون آهن
اتي بغاوتون جنم وٺنديون آهن.

اسان جي سنڌ کي به هر طرح ڪيتي سان ظلمن جو
نشانو بڻايو ويو آ. سنڌي ماڻهن کي تنگ ۽
پريشان ڪري غلامي جي زنجيرن ۾ جڪڙيو

ويو آ، پنجابي حڪمرانن جي ناروا سلوڪ سان سنڌين تي تشدد جي بازار ڪي گرم رکيو آهي ، سنڌ جي هر چيز ڌارين قبضي ۾ ڪري ڇڏي آهي ،تڏهن اتي جي غيرت مند سنڌين جي ذهن ۽ دلين ۾ بغاوت جا شعلا پڙڪي اٿيا آهن - ۽ ايئن چئي رهيا آهن ته ـ

سنڌ مقدس عقيدو ۽ ايمان آ ،
سنڌ انجيل گيتا ۽ قرآن آ ،
سنڌ جيڏي مٺي آ اجهو ۽ امن ،
پاڻ کي هاڻي آزاد گهرجي وطن -

اسان سنڌين کي دشمن جي فوج ۽ فورس کي منهن ڏيڻ ۽ قومي آزادي جي تحريڪ ۾ آخر ڪار فتح حاصل ڪرڻ محض مسلح جد وجهد جي ذريعي ئي ممڪن آهي - ان لاءِ اسان پاڻ کي مسلح ڪرڻ جا طريقا سوچيا آهن - اسان پاڻ کي هٿيار بند ڪرڻ ۾ وڏي دشواري محسوس ڪري رهيا آهيون - ڇاڪاڻ ته نه ڪنهن ملڪ جي فلحال ڪا مدد آهي ، نه ئي اهڙا ڪي ذريعا جو هڪدم هٿيار بند ٿي وڃون ، پر موجوده صورتحال اهو واضع ڪري رهي آهي ته اسان ان مرحلي تي پهچي چڪا آهيون جتي اسان کي هر حال ۾ وڙهڻ گهرجي - پنهنجي هٿيارن ، مال ، دولت ۽ پوري قوت جيڪا اسان وٽ آهي ، کي گڏ ڪرڻ گهرجي -

جيڪڏهن اسان رڳو ڪاهلي ۽ سستيءَ مان ويٺا حالتن تي واويلا ڪندا رهنداسين يا دشمن جي ظلم ۽ وحشيانه تشدد جي رڳو مذمت ڪندا رهياسون ته مسئلي جو ڪوئي حل نه نڪرندو.

اسان کي گهرجي ته پنهنجا هٿيار رکڻي اٿي پئون ۽ ميدان تي نڪري اچون.

اسان وٽ هٿيار نا هن نه ئي ايترا ڏوڪڙ آهن جو وٺي سگهون يا فيڪٽري هٿي تيار ڪري سگهجن، ليڪن هاڻي فوري طريقو آهي ته اهي دشمن کان ڦري وٺون يا ڪنهن نموني سان حاصل ڪيون.

ان لاءِ جيڪڏهن اوهان پنهنجو ذهن ۽ عقل استعمال ڪيو ۽ صحيح جاءِ جو انتخاب ڪيو ۽ موت کان نه ڊڄي بيباڪ ٿيو ته اسان مان هرهڪ پنهنجي لاءِ هٿيار حاصل ڪري سگهي ٿو. اسان جا ڪيترائي ماڻهو ذاتي جهيڙن ۾ هٿ پير هڻي، مال ملڪيت کپائي هٿيار وٺي ٽريڪٽرن جرن ٽراليون پراڻي پنهنجي مخالف تي ڪڙ ڪندا آهن. جيڪڏهن اهي پنهنجي هٿيارن جو رُخ ذاتي دُشمن بجاءِ اجتماعي قومي دُشمن ڏانهن ڪن ته ڪيڏو نه آسانيءَ سان پنهنجي منزل کي ويجهو وڃي پئون.

هون ۽ بهرحال سچي انقلابي جو اهو وڙ نا هي ته اهو ڪنهن ڪم کي رڳو ان لاءِ ڇڏي ڏئي ته مشڪل ۽ ڏکيو آهي. جڏهن ته سنڌ ۾ قوم پرستي جي جذبي

حيرت انگيز شعور پيدا ڪيو آهي ۽ هڪ عظيم حوصلي کي جنم ڏنو آهي ۽ هر هنڌ دليرانه جد وجهد شروع ڪرڻ جا ارادا نمايان آهن -

ڪيتري عظيم آهي انهن ماڻهن جي طاقت جي آزاديءَ جي تائيد ۽ حمايت ۽ مستقبل سان محبت ڪري رهيا آهن ۽ دُنيا جي ڪا ٻي طاقت انهن ماڻهن کي جُهڪڻ تي مجبور نٿي ڪري سگهي ۽ جن پنهنجي هٿن ۾ آزاديءَ جو جهنڊو ۽ دائمي خوشيءَ کي سنڀالي رکيو آهي -

اسان کي پنهنجي مادر وطن سنڌ کي آزاد ڪرائي نئين مستقبل اڏڻ لاءِ هر اينديڙ مشڪلات کي ڪنٽرول ڪرڻو آهي - اسان جون سڀ اُميد ون اسان جي جواني ۽ اسان جي حياتي ۽ اسان جي صلاحيت ۽ عقلمندي اسان جي رٿابندي ۽ حڪمت عملي سڀ ڪجهه سنڌ جي آزاديءَ لاءِ آهي - اسان کي ثابت قدم رهڻو آهي - سنڌي پائرو پيرون اسان جو انتظار ڪري رهيون آهن -

انقلاب زندگي ۽ موت جي جد وجهد آهي - رت ۽ پگهر وهائڻ بغير آزادي نٿي ماڻي سگهجي - اسان جو مقصد آزادي وٺڻ آهي - سنڌ جو وجود بحال ڪرڻو آهي - تمام سنڌين کي خوشحالي ۽ خوشيءَ جي زندگيءَ گذارڻ جي قابل بنائڻو آهي ۽ سنڌين

کي سندن ضبط تيل حق وٺي ڏنا آهن -

منهنجي خيال ۾ ڪي ماڻهو اهڙا به هوندا جيڪي پنهنجي سنڌي قوم تي مياري وجهي غلامي جو ڏوهي ثابت ڪرڻ لاءِ پنهنجا دليل ڏيندا آهن ۽ ڌارين جي بجاءِ هر مصيبت جو ذميوار پنهنجن کي ٺهرائيندا آهن. انهن کي نظر ۾ رکڻو آهي. انهن جي برغلائڻ ڪان پري پيچڻو آهي - ڇاڪاڻ ته اهو غلط آهي جيڪو نه رڳو پنهنجي آزادي کان نٽائي ٿو - پر پنهنجي غلاميءَ جو جواز پيش ڪري ٿو - ان کي لفظن جو ويس ڏيکاٽي جائز ڪوٺي ٿو ۽ غلاميءَ کي پنهنجي قوم جي ڪمزورين جو ڪارڻ سمجهڻ لاءِ دليل ڏئي ٿو. اهو منهنجي نظر ۾ انتهائي ڪميڻو ۽ ڪريل ذهنيت جو آهي -

قوم پرستي وارين تحريڪن کي پڙهي ڏسبو ته پس منظر ۾ وجهبو ته معلوم ٿيندو ته جن ملڪن ۾ اهي اُڀريون آهن، سي آزاديءَ جون تحريڪون پرڏيهي ۽ ڌارين جي ظلم، ڏاڍ ۽ استحصال خلاف ردعمل طور غلام ملڪن ۾ اُڀريون آهن ۽ انهن جي پس منظر ۾ قومي سجاڳي ۽ قومي غيرت موجود رهي آهي، مظلوم قوم طرفان آزادي، خود مختياري ۽ پنهنجي وڃايل وقار کي ٻيهر حاصل ڪرڻ واري خواهش ان جو بنياد آهن ۽ هڪ ئي آواز اٿيو ته هر قوم کي پنهنجي آزادي ۽ حاڪميت جو حق آهي.

جيئن بنگلا ديش ۾ ٿيو. انهي اقتصادي ۽ معاشي
وسيلن تي ڌارين پنجابي پناهگيرن ۽ بهارين جي حاڪميت
ڌاڍ، ظلم ۽ استحصال تي بنگالين ۾ قومي غيرت ۽
قومي سجاڳي جو ڪارڻ بڻيو. بنگالين جڏهن ڏٺو ته
اسان پنهنجي ڌرتي ۽ تي ڌارين جا غلام آهيون
۽ اسان جي ئي پگهر پورهئي ۽ رت تي ڌاريا پلجن
ٿا. تڏهن انهن ۾ قومي بيدي ۽ جو احساس ٿيو ۽
جڏهن هنن پاڻ کي ڌارين جو غلام محسوس ڪيو تڏهن
هنن ۾ بيدي ۽ جد وجهد ۽ ويڙهه جو جذبو پيدا ٿيو. مفتي
باهمي جاجتا ناهي آخر ڪار هنن آزادي حاصل ڪئي- ان
کان اڳ هندستان ۾ انگريزن جو غلام هو- جن به پنهنجي ملڪ
کي سپ ڪان ڀڄرين انگريز سامراج کان آزادي ڏياري تيئن
ئي سنڌ جون حالتون آهن- اسان ڌارين جا مڪمل غلام
آهيون ۽ اسان جي سنڌ، پنجاب جي بيڪيٽ ۽ ڪالوني آهي-
قومون آزادي چاهينديون آهن ۽ پبلڪ انقلاب يعني
هر اها قوم جيڪا ڌارين جي غلام آهي- ان جو هر عمل
۽ جد وجهد غلامي ۽ خلاف نفرت ۽ آزادي ۽ سان
وفاداري ۽ محبت هجڻ گهرجي- هر غلام قوم جو فرض
آهي ته ڀڄريان آزادي وٺي ۽ هر آزاد قوم کي حق آهي
ته انقلاب لاءِ جد وجهد ڪري ۽ وڙهي، جوته جتي به قومي
ٽڪراءُ پيدا ٿيو آهي اتي آزادي ۽ لاءِ جد وجهد ڪئي وئي
آهي- اها جد وجهد ڌرتي ۽ مان ڦٽي نڪتل نظرئي قومپرستي
تي ٻڌل هوندي آهي- جنهن به قوم جي پاڙ پنهنجي ڌرتي
۾ ڪتل هوندي آهي، جيڪو به ماڻهو پنهنجي سياست

ڏرتيءَ سان واسطه ڪندو آهي، اُهو سدائين ڪامياب ٿيندو آهي - هڪ دفعي آئون سنڌ جي عظيم قومي شاعر شاه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي ميلي تي ويس، اتي ملاکڙو ڏٺم، جنهن ۾ سڄي ملڪ جا مله حصو وٺي رهيا هئا - جن مان هڪ سنڌ جي مشهور مله غلام سرويءَ جتوئي پنجاب مان آيل نامي گرامي مله کي ڏسي فتح حاصل ڪئي - بياسپ شڪست کائي ويا، مون کائنس شڪست نه کائڻ جو سبب پڇيو - ڪامياب پهلوان چيو ته منهنجي فتح جو ڏو سبب اهو آهي ته مله وڙهڻ وقت منهنجا پير ڌرتيءَ کان ڌار ڪونه ٿا ٿين، ڌرتي تان نٿا اکڙن - ان وانگر جنهن به قوم جا پير پنهنجي ڌرتيءَ تي پختا رهيا ان کي آهن، تنهن قوم کي ڪير به غلام بڻائي ڪونه ٿو سگهي، جنهن قوم جا پير ڌرتيءَ تي کتل نا هن ۽ جنهن قوم جي سياست هوائن ۽ فضائن ۾ هلي ٿي، اها قوم غلام بڻجي شڪست کائي ويهي ٿي.

اسان جي سياست ڌرتيءَ مان ڦٽي نڪتل آهي ۽ ڌرتيءَ خاطر آهي - ليڪن اڄ اسان غلام آهيون - بجاءِ جو بيوسي، بکن ۽ دشمن جي بد معاشين جو شڪار ٿي مري وڃون، تنهن کري بهتر ائين ٿيندو ته آزاديءَ جي راه ۾ وڙهندي ڪٽجي مرون - آئون غلاميءَ کي قومن ۽ انسانيت لاءِ ناسور ٿو سمجهان، ان کان سخت نفرت آهي.

هڪ دفعي سائين جي-ايم-سيد وٽ ويٺو هيم ته سائين پڇيو، شادي ڇو نه ٿو ڪرين؟ مون سائين کي چيو آزادي کان پوءِ شادي ڪبي - سائين سبب پڇيو... مون وراڻيو، نٿو چاهيان ته منهنجو اولاد غلام ملڪ ۾ اکيون کولي، مان نٿو چاهيان ته غلام پيءُ جي گهر ۾ ٻار به غلام ٿي اکيون کولي، جيڪو ظلم مون سان آهي، مان پنهنجي اولاد سان ڪرڻ نٿو چاهيان - مان نٿو چاهيان ته غلام سنڌ ۾ هڪ غلام فرد، غلام ٻار پيدا ڪري."

مون کي اهڙو بهشت به نٿو کپي، جنهن ۾ مون کي غلام رکيو وڃي، ڇو ته غلامي هڪ لعنت آهي، پر مون کي اهڙو جهنم پڻ ڏنو وڃي جنهن ۾ آئون آزاد هجان -

اهڙي غلامي خلاف اسان کي پرپور جدوجهد ڪرڻي پوندي ۽ آزادي کي پاڻ جي سمنڊ مان لنگهائي وٺي اچبو - پوءِ ڇو نه اسان کي رت سان وهنجڻو پوي يا بارود سان کيڏڻو پوي - چاڪاڻ ته ڪڏهن بارود جي بوءِ به من موهيندڙ محسوس ٿيندي آهي -

هون ۾ ته ڏاڙهي اسان سان ڏسي وانسي مهاڏو وانڪايو آهي - هن شعر وانگر ته:-

ٿو چاهٽي واڻي وير وڏو آ، سنڌي جوڌن شيرن سان،

جاڻ مري ويئن ڏاڙيا دشمن ڪهاڙي، گولي ڪلشن سان.

اسانکي پهريان پنهنجي وجود لاءِ پاڻ وڙهڻو آهي پوءِ ئي ڪو ملڪ مدد ڪندو، دنيا ۾ مظلومن جا دوست ۽ همدرد هوندا آهن - انهن جي هر مدد جي شدت سان ضرورت پوندي آ، ليڪن پاڻ ئي ايند مهوت پر آءُ به ڪجهه اڳيري ٿيان، "وانگر جيستائين انهن جو توجهه ۾ ڏيان نه

ڇڪائيندا اسون. تيستائين مدد ملڻ مشڪل آهي. اسان جي به ايئن ئي مدد ٿيڻ کپي جيئن انگولا ۾ ڪيوبا پنهنجا رضاڪار موڪليا. جيئن تازو ڏکڻ ڏيشا جي آزادي لاءِ موزمبيق ڪارنا موسرا نجا مڙي نو. آزاديءَ جي تحريڪ ۾ غير ملڪي تائيد ۽ حمايت حاصل ڪرڻ ڪو به جرم ڪونهي. جيئن بنگال جي پارٽي وارن مدد ڪئي. هون ۽ به اسانجو هڪ مخلص، سمجهدار، باهمت ۽ غيرتمند قوم پرست سنڌي ماڻهو هزار ظالم سامراجي بدمعاشن کان وڌيڪ طاقتور آهي. ان حساب سان هڪ هزار سچا قومي مجاهد دشمن جي ڏهه لکن جي تعداد جي برابر ٿيندا. دنيا جو مثال اسان جي آڏو آهي ته ويٽنام مي تعداد ۾ ٿورا طاقت ۾ گهٽ هئا تڏهن به آمريڪا جهڙي سپر پاور انهن کي وڌيڪ غلام رکي نه سگهيو. نيٺ وڙهي آزادي حاصل ڪيائون. اسان کي به آزادي جو علم کڻي نڪري پوڻو آهي.

جهنڊا اڪٿو نعرا هڻو، وڙهندا هلو، رتڙ هندا هلو.
هي رات جو پويون پهر جاڳي پڙهيا آهيو جڳر،
ڪڏيا هو سج ڪرڻا ڏس ۽ جهڙاند رجهرنا ڏسو،
مارڻ مرڻ کان نامڙو، ڏاڍ ڏار بيندا هلو.

اڄڪلهه عالمي صورتحال ۾ اهم تبديليون اچي رهيون آهن. هن وقت قومي بحران شديد آهي. اسان کي ڀرپور گڏيل هٿيار بند جدوجهد هلائي آزادي وٺڻي آهي ۽ دنيا جي نقشي ۾ جيئن ۱۹۱۴ع ۾ تبديلي آئي آزاد ملڪن جي صورت ۾ نالن جو اضافو ڪيو ويو هو اهڙي طرح ۱۹۸۷ع به سنڌ جي آزادي جو سال ڪري ملها ئڻو آهي ۽ اقوام متحده جي عالمي برادري ۾ سنڌو ديش جي آزاد جهنڊي کي قبول ڪرائڻو آهي.

هڪ ڏينهن دنيا جي نقشي تي سنڌو ديش به نهڻو آ
جيسين سنڌ ڙي آجي ناهي، ٽوڪ اسان لاءِ مهڻو آ

# پيش لفظ

پاڻُو قمر ڀٽيءَ جي ڪتاب "سنڌ ڪيئن آزاد ٿيندي" تي پيش لفظ لکندي خوشي ۽ فخر محسوس ڪري رهيو آهيان ان ڪري جو پاڻُو جڏهن به ڪو ڪتاب لکندو آهي ته اهو سنڌ جي سياست ۽ قومپرست تحريڪ تي وڏو اثر وجهندو آهي، سنڌ دشمنن لاءِ خطري جي گهنٽي ثابت ٿيندو آهي- پاڻُو قمر ڀٽيءَ تي نوان ڪيس ٺهندا آهن ۽ هنگامي زندگي گذارڻي پوندي آهي- پاڻُو قمر ڀٽيءَ جي نوان ڪيس ٺهندا آهن ۽ هنگامي زندگي گذارڻي پئجي ويندي اٿس- هڙتالي دور ۾ وري نئون ڪتاب لکڻ تمام ڏکيءَ ۽ اهم ڳالهه آهي- پاڻُو قمر ڀٽيءَ جنهن موضوع تي ڪتاب لکيو آهي، اهو موضوع هن دور ۾ سنڌي ماڻهن وٽ بحث بڻيل آهي، هن وقت هر سنڌي ماڻهوءَ جي ذهن ۾ اهو سوال اڀري رهيو آهي ته "سنڌ ڪيئن آزاد ٿيندي"- ان ڪري جو هن وقت هر سنڌي ماڻهو چڱيءَ طرح سان محسوس ڪري ۽ سمجهي چڪو آهي- سنڌ ۽ سنڌي ڌارين جي هٿ ٺوڪي طاقت ۽ سياست جي زور تي غلام بڻجي چڪا آهن- سنڌي ماڻهو ڌارين جي غلاميءَ مان آزادي حاصل ڪرڻ لاءِ شدد سان ضرورت محسوس ڪري رهيا آهن، پر سنڌي قوم کي صحيح طريقڪار به سمجهه ۾ نٿو اچي ته ڪهڙو طريقو ۽ رستو اختيار ڪجي جنهن سان سنڌ ڌرتي آزاد ٿي وڃي-

ڌاريو جديد هٿيار بند فوج جو مالڪ آهي- جيڪو هٿيارن جي زور تي سنڌي قوم کي ڪچلڻ ۾ مصروف آهي - سياست جيڪا اڪثريت جي بنياد تي قائم ٿيل هوندي آهي، اها پڻ ڌارين جي

هٿ ۾ آهي - هن وقت سنڌي قوم جنهن پاڪستاني بلاڪ ۾ شامل آهي ان ۾ ڌارين جي اڪثريت آهي - جنهن کي ڌاريو استعمال ڪري هميشه اقتدار تي قبضو رکندو پيو اچي -

هاڻي جڏهن ٻئي طريقا سياست ۽ طاقت جيڪي آزادي لاءِ تمام اهم ۽ ضروري هوندا آهن - اهي ڌارين جي هٿ ۾ آهن ته پوءِ سوال ٿو پيدا ٿئي ته سنڌ ڪيئن آزاد ٿيندي ؟

پاڻو قمر ٻٽي پنهنجي هن ڪتاب ۾ قوم پرست ڪمانڊو واڱر "سنڌ کي ڪيئن آزاد ڪرائجي" جو طريقو ۽ فارمولا پيش ڪري هڪ رستو ڏسيو آهي - انقلاب اصل ۾ بندوق جي گولي ۽ قرباني جو نالو آهي - اهي ٻئي شيون وري سياست ڪانسواءِ استعمال نه ڪري سگهبيون آهن - سياست وري تنظيم ڪان بغير استعمال نه ڪري سگهبي آهي - تنهن ڪري انقلاب آڻڻ جي ضرورت جڏهن به ڪنهن قوم کي پئي آهي ته ان قوم ڏيهريان ئي سياست جو رستو اختيار ڪيو آهي - سياست وري ٻن طريقن جي هوندي آهي - هڪ عدم تشدد ۽ ٻيو تشدد -

دنيا ۾ حريت پسند اڳواڻن ٻئي طريقا استعمال ڪيا آهن ۽ انقلاب آڻڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا آهن - هر طريقو انهن جي سياسي اقتصادي ۽ جاگرافي حالتن کي نظر ۾ رکي ڪتب آندو ويو آهي - انقلاب ۽ آزادي خود به جدا جدا لفظ آهن - انقلاب کي آزادي نٿو چئي سگهجي ۽ آزادي کي انقلاب نٿو ڪوٺي سگهجي - پر ٻنهي جي لاءِ عدم تشدد ۽ تشدد جي پاليسي اختيار ڪري سگهجي ٿي - انقلاب اتي ايندو آهي جتي ملڪ ۽ قوم آزاد ۽ خودمختيار

هوندي آهي پران جي اقتدار عاليٰ تي ڪنهن ظالم ۽ جابر ٽولي جو قبضو هوندو آهي - جنهن کان اتان جو عوام ڪو به طريقو اختيار ڪري انقلاب آڻي ظالمن کان نجات حاصل ڪندي آهي. آزادي جي جدوجهد انهي هلندي آهي جتي ڪنهن ڌاريءَ ملڪ جي قوم طاقت جي زور تي ڪنهن آزاد خود مختيار قوم جي ملڪ تي قبضو ڪري ان جي سياسي اقتصادي ذريعن ۽ علائقي کي پنهنجي مفاد لاءِ اڌي طور استعمال ڪندي آهي. ٻيو ۽ اهو ملڪ يا قوم ٻاهرين حملي آور ملڪ جو غلام ٿيجي ويندو آهي ٻاهريون ملڪ وري ٻن طريقن سان غلام بڻائيندو آهي هڪ ته فوج ڪشي ڪري، فوجي ڇانوڻيون ٺاهي علائقي تي ناجائز قبضو قائم رکندو آهي، ٻيو طريقو اهو آهي ته حملي آور فوجي ڇانوڻيون به قائم ڪندو آهي ۽ پنهنجن ماڻهن کي آڻي قبضي هيٺ آيل ملڪ ۾ آباد به ڪندو آهي - اتان جي شهرن ڳوٺن، واهڻن وستين ۾ آباد ڪري، واپار ۽ نوڪرين تي قبضو ڪرائيندو آهي - جنهن سان اتان جي اصلي رهواسين کي سياسي، اقتصادي، ڪلچرل نقصان پڻ پهچيندو رهندو آهي ۽ ڌرتي ۽ ملڪ غلام رهندو آهي -

هن وقت سنڌ طاقت ۽ ڪالونائيزيشن جي ذريعي ڌارئي ملڪ ۽ قوم جي غلام آهي جنهن ۾ ڌاريءَ حملي آور فوجي ڇانوڻيون به ٺاهيون آهن ۽ پنهنجا ماڻهو ڪُهرائي اسان جي ننڍن وڏن شهرن ۽ واپار جي وسيلن تي قابض ٿيندا سنڌين کي تورائي ۾ تبديل ڪري

اسان جي زبان ۽ قومي وجود کي ختم ڪرڻ جي سازش
۾ مصروف آهن.

تشدد ۽ عدم تشدد ٻئي طريقا ته ڌهن استعمال ڪري
سگهبا آهن جڏهن تنظيم فعال هجي.

تنظيم جي مضبوطي آزادي جي ضمانت هوندي
آهي. هن وقت تنظيم کي مضبوط بنيادن تي قائم ڪرڻ
تمام ضروري آهي. جيڪڏهن تنظيم مضبوط هوندي
ته هر قدم صحيح طريقي سان کڻي سگهندو. حقيقت
۾ سنڌي قوم کي سياست جي ذريعي پاڪستاني بلاڪ
۾ شامل ڪيو ويو آهي.

جيڪڏهن سنڌي ماڻهو پنجاب سان سياست
ختم ڪن ۽ ڪنهن به پنجاب جي سياسي پارٽي ۾
شامل نه ٿين ۽ سنڌ ليول تي صرف هڪ سنڌي پارٽي
هجي. سياسي رهبر هڪ هجي، نعرو هڪڙو هجي
مقصد هڪ هجي ۽ پاڻ ۾ گڏ هجون ته پاڪستان کي
آخري سلام ڪري ڇڏجي. هن وقت سنڌي ماڻهو
ڊاڙئي سياسي ليڊر کي پنهنجو اڳواڻ مڃڻ لاءِ تيار نه
آهن. انهن کي گلن جا هار پارائڻ ۽ انهن لاءِ تاڙيون
وڄائڻ پنهنجي قومي بي عزتي ٿو سمجهي. تنهنڪري
ڊاڙيو سياسي رهنما سنڌ سان پنهنجي سياسي واسطيداري
ختم ٿيندي ڏسي پريشان ٿي ويو آهي ته جيڪڏهن
پاڪستان ۾ سياست قائم رکي وئي ته ملڪ ختم ٿي

ويندو، ان ڪري هتي هميشه مارشل لا قائم رکڻ ضروري سمجهو ويو، جتي مارشل لا جا قانون استعمال ٿيندا، اتي گولي جو آواز گونجيو آهي ۽ ڦاسيءَ جا ڦندا تيار ٿيندا آهن.

هن وقت اسان تي گوليءَ ۽ ڦاسيءَ جو استعمال عام آهي، ان وقت چاڪرڻ گهرجي ۽

"سنڌ ڪيئن آزاد ٿيندي؟" اهو قمر ڀٽي پنهنجي دليلن سان ڪتاب ۾ بڌائي رهيو آهي - مون کي اُميد آهي ته سنڌس ڪتاب جو اثر تما م گهڻو ٿيندو ۽ سنڌي ماڻهو سنڌ جي تخليق تي عمل ڪري مقصد حاصل ڪندا -

حبيب الله ناريجو

ايڊووڪيٽ

لاڙڪاڻو -

# قمر ڀٽيءَ جا ٻيا ڪتاب

## اڻ ڇپيل

- گيت ۽ منهنجا ڪوليون
- بابو سڀاش چندر بوس
- ايم آر ڊي تحريڪ (ياگو ٻيو)
- چي گويرا جي ڊائري (ترجمو)
- ٺوڙهي ڦاٽڪ واقعو
- دارالاصلاح (جيل)
- باغي نذرل اسلام
- جيل جي ڊائري
- شهيد اندرا گانڌي
- جي ايم سيد کان غفار خان تائين
- سائين جي ايم سيد ڇيو؟ (سيد اعظم جي ڪچهرين ۽ قولن تي مشتمل)
- جيئي سنڌ تحريڪ جي جدوجهد.
- مرسون مرسون سنڌ نه ڏيسون (تقريرون)

## ڇپيل

- ڦٽڪن لڳڙ جوڙيندن
- محڪوم ملزم حاڪم جج (عدالتي بيان)
- ايم-آر-ڊي تحريڪ
- سنڌ ڪيئن آزاد ٿيندي؟
- سائين جي ايم سيد جي سياسي ۽ ذاتي زندگي
- پيپلز ۽ سنڌس پارٽيءَ جي مخالفت ڇو؟

